# اوڪ ٻراوڪ سهيلو ڪرينم

صاحب سچا. ڏي تون سمت
ٽلي جيء ٻنهي لوڪن منّي
ڪاٽينم جم جي ڦاسي
ٻنهنجو ٻانہ سان ملائيم
منهنجا بندن ڪٽ
هن ڀوَساگر مان تاري پار ڪرينم
چوراسي جي چڪر کان تون ئي ڇڏائينم
مالڪ شل تو در رهجي اچينم
هي ديالو مون تي ديا ڪر.
هن ڀوَساگر جي ڦيري مان مونکي ڪڍي وٺ
مهنجي پياري سرهي ڪجائم
مونکي جم ڪال کان ڇڏائج
توسان منهنجا سهڻا سائين رهجي مثال اچيم.

اوم-شانتي!                    شانتي!                    شانتي!!



## پنهنجو نام چت ڏيم

هي پريو شل سدائين پيو تنهنجا ڳڻ ڳايان
پل پل توکي ڌيايان
سکن ۾ صاف وسري وڃين
دکن ۾ ياد مس مس پئين
پياسي درشن لاءِ تنهنجي جو آهيان
پردا مايا جا ڏٺي تون اُڪاريئم
هي پريو سمت ڏينم تہ
سدائين تنهنجو نام جپيندو رهان
تون شل هڪ پل بہ مون کان نہ وسرين
پنهنجي چرنن جو ڌيان ڏجانم
نام دان ڏجانم
شل پاڻ وڃائي توکي پايان
سک جا سڏ را سڏينم سائين
بيٺ ڪجان، مونکي تون پنهنجو
رويو هنجون آءُ وينِي هاريان
سکندي ٽيرم سال سال
توکي ڪنهن پر پايان بريتم
تون ناڪر مان تنهنجي داسي
نت درشن لاءِ نيڻ پياسي.

## لوڪ پرلوڪ سھيلو ڪرينم

صاحب سچا- ڏي ٽون سمت
تني جيءَ پنھي لوڪن مٿي
ڪاٽينم جم جي ڦاسي
پنھنجو پاڻ سان ملائينم
منھنجا بنڌن ڪٽ
ھن ڀوَساگر مان ٽاري پار ڪرينم
چوراسي جي چڪر ڪان ٽون ئي ڇڏائينم
مالڪ شل ٽو در رھجي اچينم
ھي دياالو مون تي ديا ڪر-
ھن ڀوَساگر جي ڦيري مان مونکي ڪڍي وٺ
منھنجي پچاري سرھي ڪجائنم
مونکي جم ڪال کان ڇڏائج
ٽوسان منھنجا سھٽا سائين رھجي مشال اچيم-

اوم-شانتي! شانتي! شانتي!!



## پنهنجو نام چت ڏيئم

هي پريو شل سدائين پيو تنهنجا ڳڻ ڳايان
پل پل توکي ڌيايان
سکن ۾ صاف وسري وئين
ڏکن ۾ ياد مس مس پئين
پياسي درشن لاءِ تنهنجي جو آهيان
پردا مايا جا ڏٺي تون اُتاريئم
هي پريو سمت ڏينم تہ
سدائين تنهنجو نام جپيندو رهان
تون شل هڪ پل بہ مون کان نہ وسرين
پنهنجي چرنن جو ڌيان ڏجائم
نام دان ڏجائم
شل پاڻ وڃائي توکي پايان
سڪ جا سڏڙا سڏينم سائين
نيٺ ڪجانءِ مونکي تون پنهنجو
رويو هنجون آءٌ ويٺي هاريان
سڪندي ٽيڙم سال سال
توکي ڪنهن پر پايان پريتم
تون ٺاڪر مان تنهنجي داسي
نت درشن لاءِ نيڻ پياسي.

# سڀ واڳ ڏٺي تو وس

سڀ ڪم منهنجا آهن تو حبيب جي حوالي
اونا منهنجا آهن سڀ تو متي
دين ديال پروسي تيري
سڀ پروار چرائيا پيري
سڀ واڳ ڏٺي مٺا تنهنجي وس
آءٌ ڪا پاڻ وهيٺي
سائين منهنجا- تون منهنجا ڪم پاڻيهي ويٺو ڪرين
سيڪي آهي تنهنجي امر وس
مونکي پنهنجي نوازش سان اڏي چڙ
سائين ٻڌيءَ آهر پتن ڪيو اٿم
هاڻ تون جاڻ- تنهنجو ڪم جاڻي
پريو مان پرتو آهيانءَ
تنهنجي سڀ اختيار- هسائج نہ مون مسڪين کي
مالڪ چيني نہ چتو ڪجانم
سائين منهنجا اونائين سين جا عرض
مون کان وسري ويا پلجي سڀ فرض
هاڻ لاهہ اڄي تون منهنجا قرض ۽ مرض
سائين تون اڄي سهاء تينم



## پورڻ ڪر منهنجي آس

ان ڏن جو واڌارو ڪرينم
ڪلياڻ ڪاري- ڪلياڻ ڪرينم
ڪلتار منهن جا- ڪارج سنوارج منهن جا
ڪمل جا ڪوڏيا- منهن جا ڪارج راس ڪر
مرادون پڄاڻيم مالڪ
اٿم جي اميدون- پوريون شال ڪنديم
آسائتن جون آسون به ته
ڪون ڪي پوريون ڪندو آهين
مان به ته آسائتو ٿي ڏورڻ آيو آهيان
ڏينم پنهن جي ڪروٽا جي پنڌار مان ڪٽي
مالڪ آس پڄائينديم به ضرور
ستگر سائين- سدا آس پڄائين
بابل سائين- ٿل پار رسائين
سيلي جي آس پڄائين- پيرا پلي لائين
ڏيان سان جيڪي ڏوکي ڏيائين
من جون مرادون پائين.

## سائين- مهر وسائين

او سائين مهر وسائين
مهر ميا جا ڪر وسڪارا
الاهي مهر سان پنهن جي- اسان تي ڪا ڀلائي ڪر
گناهن ۾ آهيون گمراهه- تون ڪا رهنمائي ڪر
ڏکن سورن سندا ڏولا- ڏيا اٿئون هت عمر ساري
سکن کي ٿا سڪون ساري- خوشيءَ دلڪشائي ڪر
اسان جا ڪم عبث اونڌا- وٺائين پاپ ۾ واري
وسيلو ڪو ٻيو ڪونهي- رحم سان تون رهائي ڪر
اٿئون چوطرف چوڌاري بلائون آفتون اوڏيون
ڏکيو دشمن ڏڪارين ٿا- تري تن کي تواڻي ڪر
لنگهائج پيچرا پورين- رلياسين رات ڪاريءَ ۾
رسج مونهن سندا رهبر- سڀاجها ڪا سهائي ڪر
مون ولهيءَ سان وڙ ڪجانءِ
مالڪ مون کي مهر جي نظر ڪر
منهن جو حال اٿيئي هيٺو- پريو مهر ڪريئم پنهن جي
تنهن جي سا مهر مون مٿي هجي
تہ پوءِ دشمن ڇا ڪندم؟
مالڪ تنهن جي مهر سان پٺ سان رهجي ايندي
مون ڪان مهر نہ لائج- مان تنهن جي آهيانءِ
ڀاڄهہ ڪرين ڀاجهارا- مهر ڪرين مهر وارا.

تنهنجو عرش به واه واه - تنهنجو فرش به واه واه
تنهنجي چانڊو به واه واه - تنهنجي اُس به واه واه
تنهنجي ھيءَ به واه واه - تنهنجي ھوءَ به واه واه
تنهنجي مهر به واه واه - تنهنجو قهر به واه واه
تنهنجي ڀلي به واه واه - تنهنجي ڏلي به واه واه
تنهنجو ڪيچ به واه واه - تنهنجو ڪٽو به واه واه
تنهن جا گل به واه واه - تنهن جا ڪنڊا به واه واه
تنهن جي هلڪي به واه واه - تنهن جي ڳري به واه واه
تنهن جا لکم به واه واه - تنهن جا ڪکم به واه واه
تنهن جو مٽ به واه واه - تنهن جو ڪٽ به واه واه
تنهن جي مٺي به واه واه - تنهن جي ڪڙي به واه واه
تنهن جي رحمت به واه واه - تنهن جي زحمت به واه واه
تنهن جو سک به واه واه - تنهن جو ڏک به واه واه
تنهن جو امرت به واه واه - تنهن جو زهر به واه واه
تنهن جو سون به واه واه - تنهن جي مٽي به واه واه
تنهن جي اميري به واه واه - تنهن جي غريبي به واه واه
تنهن جي سگهائي به واه واه - تنهن جي اڳهائي به واه واه
تنهن جي ٿڌي به واه واه - تنهن جي ڪوسي به واه واه

## سائين- مهر وسائين

او سائين مهر وسائين
مهر ميا جا كر وسكارا
الاهي مهر سان پنهن جي- اسان تي كا ڀلائي كر
گناهن ۾ آهيون گمراهه- تون كا رهنمائي كر
ڏکن سورن سندا ڏولا- ڏنا اٿئون هت عمر ساري
سکن کي ٿا سکون ساري- خوشي ۽ دلکشاهي كر
اسان جا كم عبث اونڌا- وڻائين پاپ ۾ واري
وسيلو كو ڀيو كونهي- رحم سان تون رهائي كر
اٿئون چوطرف چوڌاري بلائون آفتون اوڏيون
تكيو دشمن ٿكارين ٿا- تري تن کي توائي كر
لنگهائج پيچرا پهرين- رلياسين رات كاريءَ ۾
رسج مونهن سندا رهبر- سڀاجها كا سهائي كر
مون ولهيءَ سان وڙ كجانءِ
مالك مون تي مهر جي نظر كر
منهن جو حال اٿيئي هيڏو- پرپو مهر كرينم پنهن جي
تنهن جي سا مهر مون متي هجي
ته پوءِ دشمن ڇا كندم؟
مالك تنهن جي مهر سان پت سان رهجي ايندير
مون تان مهر نه لائج- مان تنهن جي آهيانءِ
ٻاجهه كرين ٻاجهارا- مهر كرين مهر وارا.

تنهنجو عرش به واه واه - تنهنجو فرش به واه واه
تنهنجي چانڊو به واه واه - تنهنجي آس به واه واه
تنهنجي شيءِ به واه واه - تنهنجي شوءِ به واه واه
تنهنجي مهر به واه واه - تنهنجي قهر به واه واه
تنهنجي پلي به واه واه - تنهنجي ڏلي به واه واه
تنهنجو ڪيچ به واه واه - تنهنجو ڪٽو به واه واه
تنهن جا گل به واه واه - تنهن جا ڪنڊا به واه واه
تنهن جي هلڪي به واه واه - تنهن جي ڳري به واه واه
تنهن جا لکم به واه واه - تنهن جا ڪکر به واه واه
تنهن جو مٺ به واه واه - تنهن جو ڪٽ به واه واه
تنهن جي مٺي به واه واه - تنهن جي ڪڙي به واه واه
تنهن جي رحمت به واه واه - تنهن جي زحمت به واه واه
تنهن جو سک به واه واه - تنهن جو ڏک به واه واه
تنهن جو امرت به واه واه - تنهن جو زهر به واه واه
تنهن جي سون به واه واه - تنهن جي مٽي به واه واه
تنهن جي اميري به واه واه - تنهن جي غريبي به واه واه
تنهن [illegible] ڪمائي به واه واه - تنهن جي اگهائي به واه واه
تنه [illegible] ي به واه واه - تنهن جي ڪوسي به واه واه

مالڪ جا جوڙين سا واه واه
جو سائين ڪرين ٿو- سو چڱوئي ڪرين ٿو
جاڏي گهمائين تاڏي گهمون ٿا
خوشي ڏيندين ته خوش رهبو
جي رنج ڏيندين ته پيو سهبو
جڏن توُن سائين اسان کي هلائيندين
تنهنجي مرضيءَ ۾ پيو هلبو
جيڪي سائين ڪرين ٿو سو منهنجي ڀلي لاءِ ٿو ڪرين
مالڪ جيڪي ڪرين ٿو
تنهن ۾ ڪا نه ڪا رمز ضرور رکين ٿو
هر ڳالهه ۾ حاڪم حڪمت رکي آهي
منهنجا سائين توُن راضي ته مان راضي
جيڪا رب تنهنجي رضا
جي مالڪ توُن راضي آهين ته
سڀڪجهه ٺيڪ ٿي پوندو
اي ايشور تنهنجي اڇا پرٻل آهي
واهگرو جڏن توکي وڻي تڏن مونکي منظور آهي
جا سائين تنهنجي آگيا
مالڪ ... الاجي ڇا منظور آهي
ڀلا ... ن کي ڪهڙي سڌ؟
... گهريو تڏن کي ٿيندو
... تنهه

مٺهن جن ٻچڙن کي سدائين سگهو، تندرست

ڪين وڏي آزارجا ڏجان

سدائين سندن ھڙعتي ڪلا ڪجھ

مٺهن جن مڏن جو وار به ونگو نه ڪجان،

ڪين ھرحال ۾ خوش رکجان،

ھي ايشور مٺهن جا ٻچڙا پرنا ائيلي

سدائين سانت ڏجان

ڪين سدائين سوڀ ڏجان.

دوست دشمن جو خير گهرجانءِ

منهنجن گلا خورن جو خير گهرجانءِ
ڪين سمت ڏجانءِ ڪو
ٻراوا پٽ ويچارڻ ڇڏي ڏهن
مالڪ سڀ جو ڀلو گهرجانءِ
هردم خير- هرهڪ جو خير گهرجانءِ
ڀال هرهڪ جو چڱو چاهيان
چڱو ويچاريان- چڱو چوان- چڱو ڪريان
دکين جا دک دور ڪيج سائين
سکين کي ساجهه ڏج
ٻراوا ٻيج ڏسي شل سرهو ٿيان
رکي وير جيڪي مونکي مٽائڻ ٿا چاهين
تون ٿاهج اُنهنکي- جي مونکي ٿا ڏاهين



## واهر اچي ڪرينم مالڪ

ڪوهي ڪميٽيءَ جو بگڙلو بلو
مون عيبدار کي تنهنجوئي تہ آسرو آهي
ڀليل آهيان تہ تون پنهنجي ڪلا سان راهہ روشن ڪر
اسان جو هيءُ قدم ڪچڙو سنئين رستي سائين ڌر
ڀلا بنا سهاري تنهنجي ڪئن هلندي منهنجي ڪاروبار
آءٌ ڏکي ڏکن مان ڇا ڇاٽان۔
ڪراچي ڪا واهر مڻا مالڪ
جڏهن سائين تون سهائتا ڪرينم
تڏهن تہ سڦلتا مليئم
ديا سان اي ديالو۔ تون مدد ڪر مهر سان ڀرپور
تون شڪتيوان اي سائين۔ اسانکي دڳہ سنئين لائين
هي ناڪرمان هاڻ هارائي تو وٽ هليو آيو آهيان
هي هزار هٿن وارا
هزار هٿن سان منهنجي واهر پيو ڪج۔



سڀ ڏو ڄاڻين. ڄاڻڻهار. حال مڻهن جو

مڻهن جو حال معلوم اٿيئي سارو
سائين ڏون ڄاڻين ڄاڻڻهار آهين
ڏون مڻهن جي هرهڪ ڪم ۾ پشت ٿيءُ
ناهي لڪل ڏوکان مڻهن جو حال
ڀلا ڪجانءِ ڪي ڀال
سائين ڏوکي ڪ سڀ سڌ آهي
هاڻي جڻن وٺيئي ڏڻن بچائيڻم
پتا آهين. پٽ ٿي ديا ڏار ڀرپو
ڏون رکشيا ڪري مڻهن جا دک ٿار ڏون
مان نماڻو. عيبن هاڻو
ناهي لڪل توکان حال. ڀلا ڪجانءِ ڪرپال
هون غريب جو حال ڌ توکي معلوم آهي
مون ۾ عيب اپار. سڀڻي ڏنهنجي ٻانهري آهيان
مون ڪ سگ ۾ ڪڏهن ڪين ڏوکي ياد ڪيو
هاڻي دک ۾ ٿانهنجي در ڏي مون فرياد ڪيو
جيڪي ڏوه ڪيا اٿم. سي ڪجانءِ معاف مڻا
لائق ناهيان. ڌ ٻ ٿنهنجي آهيان.



سائين- مان تنهنجي شرڻ آيو آهيان
سائين مان ٿنهن جي شرڻ آيو آهيان
مون کي وسارج نہ
" پتت پاون " تنهنجو نالو پڌي
مون تنهن جي شرڻ پڪڙي آهي
اڌرهندو وچان تو پڻ ساگر ۾
ڇڪي ٿون وٺ ٻانهن منهن جي
ڪرم منهن جا انيڪ آهن
ڪيا درشتي ڪر تون پنهنجي
سائين آهيان مان تنهنجي پناري
مٺا سائين اسان جو ننگ ٿولي آهي
جيهو تيهو سائين اوهان جو- ڇڏڻ ٿوڪي لايق ناهي
آءُ ٻانهي- ٿون منهن جو سائين
ٻالم ٻانڌ گڇيءَ گل پائي
آپ ڏاهيندا- آپ ٻاهيندا- آپي آپ ڪنيار
شرن سنگر آيس تنهن جي
ڪڍن ٻہ ڪر ٿون مون کي پنهن جو
ڏينن جا دکہ دور ڪر- جاڻين جاڻنهار
شرڻ پئي کي ساٿ ڏي نانڪ نراڪار
سائين مون تنهن جي چرنن جي شرن پڪڙي آهي
مالڪ تون نہ ڇڏيج- مان جيان تنهن جي آسري
سپيئي پارون سورجون- هڪ لعظي ۾ لنگهيج
سائين منهن نہ مٽيج- ملڪ مٽيو ٿان گهوريو.

هي ھراري- منهنجي لڄ پت رکج

ڪر د يا دااا بچالج منهن جي آبرو
عيب منهن جا ڍڪج- اي ڍڪڻهار
نماڻن جا ننگرا- جيوين ٽيوين پالڻا
ھيري آهيان- مندي آهيان
بيشڪ مان بندي آهيان
ڍڪين منهنجا ڍولڻا- منهنجا عيب نہ ڦولڻا
گرڌر منهنجي لڄ بچاءِ
دروپديءَ جي به تو لڄ رکي
هي هري منهنجي به لڄ پت رکج
توکي تہ منهنجي حال جي سڀ خبر آهي
جهڙو ڪي تهڙو مان تنهنجو آهيان،
رکہ لڄ پت منهن جا سائين
لڄ شرم رکہ- ڪو ڪر واهر وسيلو
بنا تنهن جي نہ آهي ڪو ٻيو حيلو
نہ ڇڏجانءِ تون مونکي اڪيلو
ڍڪي ڍول گذارج لڄ منهن جي لوڪ ۾
ننگڙو ننگي توکي آهي
بديون سڀ بخشايانءِ توکيچيءَ پاند پائي
ھيء ڇني آهيانءِ- مون تان هٿ نہ لاهج.

اوکيءَ ويل سهاءَ ڏجانءِ
کن ۾ اچي ڪاٽينم ڪشٽ ڪشالا
لحظا کن ۾ لاهينم
تون هر هنڌ منهنجو راکو آهين
مونکي پوءِ ڊپ ڇاجو.
مالڪ چاهين ته کن ۾ منهنجا ڏک هٽائين
هٽائيندين به ضرور
سائين مصيبتن ۾ اچي مددگار ٿينم
اي داتار مان درد ڏاهي آهيان
تون منهنجا درد اچي ڏس
تون ئي ته منهن جو اُميد آسرو آهين
تون ئي منهن جي اوٽ ۽ آڌار آهين
تون ئي منهن جو اجهو آٿت آهين
مونکي شڪتي ڏي ته مصيبتن کي
کلي خوش ٿي منهن ڏيان
همت ڏيم ته مصيبتن ۾ شل همت نه هاريان
اريءَ اوکيءَ سدائين سڏ ڏجانم
سائين سدائين ٿجانم ساٿي
مٺا مالڪ سوئي ورهين جا ڏکڙا لحظي ۾ لاهين
اهڙو ته آهين صاحب منهنجو سپرين
مونکي لکن مان لنگهائي پار ڪج.

سائين- سوريءَ مان ڪڍ ۽ ڪريئم

اوڪيءَ مان سوکي ڪريئم
ارشيءَ مان سرشي ڪريئم
ألتي مان سُلتي ڪريئم
پڏيءَ جا پيٽا ڪريئم
اڳهايءَ مان سگهايي ڏجانءِ
اٺانگي مان سٺانگو ڪجانءِ
نا اميديءَ مان اميد ڪجانءِ
سائين سچا ڳريءَ مان هلڪي ڪجانءِ
اونده مان روشني ڪريئم
نراشا مان آشا ڪريئم
أبتيءَ مان سبتي ڪجانءِ
اهنج مان سهنج ڪجانءِ
ڏوپ مان ڇانو ڪجانءِ
ڏکيو سمو ڦيري سکيو ڪجانءِ
دشمن دوست ڪجانءِ
ڳريءَ مان هلڪي ڪجانءِ
هار مان جيت ڪجانءِ
مشڪل آسان ڪجانءِ
مهر جي أبري سڀي ڪجانءِ.

## سخي سڀاجها ٻاجھ، ڪريو ڪا

اسان جي حال تي هردم سڀاجها ٻاجھ پنهنجي ڪر
ڀلارا ڀال ڀئڻ جي سان اسان جو ٻاند ٻاهو ڀر
ٻاجھ ڀريا ڀانهيءَ تي من ڪا ٻاجھ پوئتي
لطف ۽ رحم جي ٻاجھ تون ڪر
توڙي عيبن ڀريو آهيان سراسر
تنهن جي پشتي اٿم. نه اٿم ڪو ٻيو در
اي ٻن جهانن جا مالڪ تون پنهن جو ڪرم ڪر
تون سخي آهين سڀاجهو در اٿم تنهن جو جهليو
هاڪ تنهنجي ٻڌي دور کان آهيان هليو
عيب مون ۾ اڻ ميا. سچ پچ اٿم سائين سليو
تون ڀريو ڀنڊار آهين خالي جهولي ڀر ڪٿي
آس هڪ تو ۾ رکي مون آسرو جڳ جو ڀليو
تون هيڻنين جو ڌار آهين ڌار وجهي منڌار تون
بي سبب دنيا جي حرص ۾ جگر آهي جهليو
تنهن جي ديا سان دل جي اجڙيل باغ ۾ ايندي بهار
تو نظر جنهن تي ڪئي سو دائما ڦوليو ڦليو
تنهن جي چائنٺ تي پيو آهيان. پوئتي من ترس ڪو
مان مجبور آهيان. روح جو توسان رايو.



ٻيڙو منهنجو پار ڪجانءِ

نالي الله جي ٻيڙو تار منهنجو
نڌر آهيان مان نماڻي- آهي فقط آڌار ٽنهنجو
دنيا جي گردش ڏاڍو آهي ستايو
مٿن مائٽن آهي منهن موڙايو
ڪر مهر گوليءَ تي ڏي ڪو اچي ديدار پنهنجو
سائين منهن جا پتڻ پار لنگهائج
لهرون لوڏا سهي نٿو سگهان- آهي رڳي ڏج
سائين سگهورا- اهو عرض منهنجو تون مڃ
لوڏا ڏوڪان لهرن ۾- مون سان ٿي اچي ساٿي
لطف سان پار لنگهائج ٻيڙيءَ وارا
ٻيڙي ٽنهنجي ٻاجهه جي- اوگڻ توُن نه ويچارج
پتڻ اٿم ڪينڪي- نڌر نماڻي نه وسارج
ڪڪڙ ڪارا طوفان ڪيرا- پنهنج توُن پارج
پنڌ ڪري مان ٿڪي آهيان
رحم جو پاڻي توُن پيارج
نوري نماڻيءَ هڪ آسرو ٽنهنجو- پور بندر پهچائج
ويلي تي پڪاريان- اڏي ٿو هي ٻيڙو
اچي شال هتڙا- ڏکي ويل ڏينديم
توُن آهين ڪارڻ وارو- ملاح ۾ منهنجو توُن ئي آهين
تار منجهان ڪارج ڏيئي همت همت جا
توُ نهين آهين پتوار منهنجو
توُ نهين آهين آڌار منهنجو

اوکا ٻنڌ ٻهار جا - سوکا ڪجائنم سائين

دنگي وچ درياهہ ۾ - ٻيڙي آهي پراڻي
اوکي گهڙي نہ ڏيکارجوم
اوکي گهڙي ڏيکاريوم تہ
صبر ساڻ سهڻ جي شڪتي ڏجوم
لڙهندو وڃان ٿو تري ڪين جاڻان
ترهو تار منهنجو هلائي ڪين جاڻان
واقف نہ وڏڪار جي پاڻي ڪنيم نہ پاءُ
جبل جلدايون ڪري - تنهن ڏيکاري تاءُ
اُلي اوڏو آءُ - جنهن سائين اڪيلي آهيان.
هن اٿاهہ جيون ساگر ۾ توکانسواءِ
سنجهيم ڪونہ سهارو
ڏکن جي ڇپن جون ڪائي ڇونڊون
ٻيڙيءَ ۾ ٻنجي ويئون اٿم ڦونڊون
او مانجهي هاڻ جلد آڻ ڪنارو
سائين سچا - جڏهن وڏيري تڏهن منهنجي سنڀال لهہ
لوڏا توکان لهرن ۾ - ٿي اچينم ساڏي
خبر سان ترهو اڪارجانم
دکن جي دنيا جي ساگر کان اچي ترکون تراهہ
سائين سباجها منهڙو نہ مٿجانم.

## آهيان تنهنجي در تي سوالي

لکن جي بگري تو بڻائي
منهنجي ٻہ تہ بگري بڻاءِ سائين
در تنهن جي تي ڪئين سوالي
در تنهن جي تان موٽيو ڪونہ خالي
اي سخاوت جا شاهہ
مان هڪ سوالي ٿي تنهن جي در تي آيو آهيان
منهن جي جهولي ڀر
پنهن جي بي حد جي ڀنڊاري مان ڪ پري ڏيہہ
دور سي آيا هون منگتا
تون هي سخي سودار
تون آهين جڳ جو والي
تنهن جي در تي آهي سيڪو سوالي
ڪڏهن ڪين ٻڌوسين تہ ڪو موٽي ويو خالي
تون پارس - مان لوہ لڳين تہ سون ڪرينہ
داتا تنهن جي دربار - مون خالي آهي جهولي جهلي.
پيري پوندپسانءِ چوندي سانءِ
ڀرسائين منهن جي جهولي
جڙهي تہ جبل چوٽ لي سڏڙا ڪندپسانءِ
سرلہ شاہ لطيف چوي لوڇي لهندپسانءِ

## آيا هون تيري دوار داتا

ٻوکانسواءِ مان پيو ڪنهنجي در وڃان؟
توکانسواءِ منهجو آهي ٻيو ڪير؟
تون داني- مان ڪنهنجو ٻکاري،
هي ناڪر هاڻي مان هارائي ٻوو ٺ هليو آيو آهيان
هاڻي وڏيئي ڪه مار- وڏيئي ڪه جيار
ٻون ئي سنم سهارو توبن نه ڪوئي چارهو
توبن جهان سارو دل کي لڳي نه پيارو
دنيا کي آزمايم دکه درد کي وڌايم
ڪنهن مان مزو نه آيم- سڀ کان ڪرائينم ڪنارو
دنيا پرايو جانو- سکه جو ڇيم نه ڳانو
ظاهر مٺو زمانو- آهي اندر کسارو
دنيا ڏني پني مون- ڪنهن سان سنگت ڇني مون
دل ٻوکي بس ڏني مون- ٻو ساڻ دل جو آرو
پنهنجن هٿن سان ٿو ڦاهين- ڦاهي وري ٿو ٻاهين
ڇڙهيل کي هيٺ لاهين- ڪنهنجو سڄو پسارو
ماري ڇڏين ٻوري جيارين- ٻوري ڇڏين يا ٽارين
ڪارين ٻوري سنوارين- ٻون ئي راز وارو
در ڪنهنجي ٻي ڪيڏيءَ مدت کان گنهگار آهي ڪڙو
ڇو نه ڏا رحمت جي ڪونيءَ جو منڙا لاهيوم ڪڙو.

شل سائين - دڳہ لڳائين
ٻالڪ آهيون تنهنجا ننڍڙا ننڍڙا
پير اسانجا ڪچڙا ڪچڙا
شل سائين دڳہ لڳائين - او منهنجا سائين
ڏکر ڏاڪرا ڳهٽيلي ڏنر - ٻي ٻچ نہ ٻچينر
وار وار وينتي ٿو ڪريانءِ
ذري نہ وڇورج وٽي وجهي.
مالڪ تون اچي مليئر - ٻيو مڙيوئي مون مليو
سائين تنهنجي در تي آيس ساڻ اڪير
جن شون ورتي تنهنجي - تنهنجي لڄ رکيءِ
اوکيءَ ويل اسانجي پت رکندين تون سرور
هيڻن جو تون آهين هر وقت همراهہ
عيب مدايون مون ۾ ڳهڻيريون
پاڻون قرب وندينداا
ننگڙو نيٺ ننگيم توکي آهي
ڏکڙو شال ڏکينداا
سالن کان آءٌ سائل آهيان - خالي ڪين ڇڏيندا
لهرين وچ ڪين ڇڏيندا - نيٺ ڪناري نيندا
شاهن جو شاه آهين - مشڪل ڪشا آهين
رهبرءِ راهہ آهين - ماهر ملاحُ آهين
تون آهين پتوار منهنجو
تون ئي آهين آڌار منهنجو.

بندو ڪڌهن نہ بي ڏوهو- ٻلارا بخشجانءِ
بخش بديون مون بدڪار جون- اي سائين بخشڻهار
ڍڪيون منهنجون منهنجا ڍول تون ڪٽي ڍڪ
مان تہ آهيانءِ عيبن ڀريو.
مون متان منهنجا مالڪ- تون نوازش جي نظر ڌر
تہ مان عيبدار بہ عزت وارو ٿي پوان
منهنجن عيبن کي نہ ڏسجانءِ
مون گنهگار جو تو ڪانسواءِ ٻيو ٻلو ٻيٺي ڪونهي
اي سائين تون منهنجن گناهن کي معاف ڪر
جا ڏٺہ منهنجي ڏنگائي سا مٿا مونکي معاف ڪر
ننگيءَ کي ڍڪجانءِ- عيب نہ ڏسجاءِ
مالڪ مون مسڪين جا
منهڙو نہ مٽائجانءِ- ڪشت منهنجا ڪٽجانءِ
توهين پنهنجو پاڻ آهيو ننگہ نباهڻ وارا
هيءَ نماڻي عيبن هاڻي- هت مٽئون هون نہ لاهيو
سائين منهنجا ڪجانءِ ڪا مون تي ٻلائي
توريءَ نہ آهي مون لاءِ وات ڪائي
مون مورڙهي جي ڪجہ نت رهنمائي.



سدالين سڻ تون منهنجي اندر جون آهون
در تنهن جي تي پئان ٿي دعائون.
مون عيبدار کي تنهنجولي ڪ آسرو آهي
هي ايشور تون ورالي بر منهن جا گناهہ بخش ڪر
ميري آهيان. مندي-آهيان. بيشڪ بندي آهيان
ڍڪين منهن جا ڍولڻا. منهن جا عيب نہ ڦولڻا
پيلي آهيان تنهن جي پناري. لڳي آهيان
تنهن جي لاري
هيءَ نماڻي عيبن ڀائي. همت مٿاون مون نہ لاهيو
مون ۾ عيب اپار. سڄڻ مان تنهنجي پانهري آهيان
عيب نہ ڏس تون اوگڻ منهن جا
توکانسواءِ اٿر ڪونہ چارو
آءٌ ڪ آهيان گنهگار. تون آهين بخشڻ وارو
سالين. مان ٿولي کي ڪ ڪڏان ٿو
مان آهيان گنهگار. سدالين پليل.
پر تون آهين بخشڻهار
تون ڪرتار. کهل جو ڪوڏيو
تون پلا ڪلن اسانکان حساب چڪيندين؟
ڍڪين عيب ڍولڻا. عيبدار آهيان
تون پاڪ پرور دگار. مان گندو گنهگار
سالين لڳہ ستار. ميٽ مدابون منهنجون
... ٽڪجيو پيان

تون حبيب تون طبيب - تون دارون کي دردن
حڪيم صادق بہ تون آهين
عزاب - درد ۽ بيماريون - جلائين جان کي جهوري
ولهن جا ويچ واهر ٿي - صحت ڏي ۽ شفالي ڪر
مريضن جو شفا دارون تنهنجو ئان ۽
درد مٺهن جي جو دارون تو نهين
بي درجي مان ناهيان سونهين
حال سيوئي تو چاڻين
چرخ فلڪ جي گهڻو آهي ستايو
دکہ ڪنڻ جو ڪريو جلد ڪو سعيو
سجڻ اچي تي ساٿي
دکڙا ڪٽين اچي پاٽيهي
سڪا کن ۾ ساوا ڪرين
هٿين خالي ڪونہ وڃن - سڀ مڱيو دان تو وٽان وڃن
الدرن کي اکيون ڏين
لولا لنگرا ڪڏڻ لڳن
منگتا محتاج تو وٽ پري پير اچن
پرپور پرچي وڃن سائين تنهنجي در تان.



ڏاتار تہ تون- ٻيا سڀئي مڱتا
اي ڏاتار ڏيھہ، ڪي ڏيندڙ
ڪپيم جيڪي گهران توکان
آءٌ تنھنجو منگتو تون منھنجو سائين
مون ٻيا در سڀ پيٽيا آهن- پر تو جهڙو داد رس
۽ نوازيندڙ ٻيو آهي ڪونہ
جيڏو تنھنجو نانءُ ٻاجھہ، بہ اوڏيائي منگاءِ
ڏاتار تہ تون- ٻيا سڀئي مڱتا
ميئھن منڌاڱتا وسٽا- سدا وسين تون
سوڪيءَ پانڻيم سيڪو اوڪيءَ پانڻيم تون
سائين تون پنھنجا لائق ڪجانءِ
مون ۾ پلا لائقيت ڪيتري ؟
ٻڌو اٿم ٻين کان تہ ڏاتار آهين
سچن سان تہ سائين وفادار آهين
اسان ڪچن جو بہ تہ تون ئي آڌار آهين
مسڪينن سڀني جو سهارو تون آهين
ڏکن کي دفع ڪر دلارو تون آهين
ٻرن سان بہ تون ڪرين ٿو ڀلائي
اڱھن کي ڏين ٿو سکهو تون سگهائي
تنھنجي گنج ۾ آهي ڪهڙي ڪانہ ڪائي
تنھنجو در سخا جو کليل آهي سدائين
تون مالڪ مان مسڪين سائين.

## آڌار آڌيڻن جو توهين

اڄهو آسرو منهن جو تون آهين
تون ئي تہ منهنجي اوٽ آهين
تون آڌينن جو اڄهو آهين
تون اٽرين جو آڌار آهين
سائين سڀاجها۔ تون ئي تہ سهارو آهينم
تون ئي تہ منهن جو رب ۽ رهبر آهين
اي ڏٽي تون ئي منهنجو ڏٽي ڌنار ۽ حامي آهين
تنهن جي آڌار ئي تہ پيو ٽڪيان
تون ئي تہ منهنجن ڏک، دردن ۾ منهنجو همراه آهين
والي ڪورو ڪجانم
درد مندن جون دانهون ٻڌين اونائين
تون آهين منهنجو مالڪ۔ مان آهيان تنهنجو ٻالڪ
تون ئي آهين پرتپالڪ
پريم وارن جي اکي ڦلي ئي ٻہ تون راضي ٿين ٿو
جوت جڳائي جيڪو۔ تنهنجي روشن راهہ ڪرين ٿو۔



عدل چتان آءِ نہ - ڪو ڦيرو ڪجائم فضل جو
متان سائين حساب چڪين مون کان
اي ڏٽي توں بي حد بخشڻھار آھين
گناھ نہ بخشين تہ بخشڻھار ڪئن ڪوٺيون؟
ڳڌم نانءُ تنھنجو ڪڏھن ڪين ويھي
سيالم نہ توکي اندر پاڻ پيھي
گنھگار آھيان- گنھگار آھيان
سزا جي توں ڏيندين سزا وار آھيان
نہ مون سان ڪر توں عدل ۽ عدالت
فضل تو گھرانءِ مان- سخي ڪر توں سخاوت
شھنشاه عالم- نگھبان ٿيندين
دياران آھين- دياران ٿيندين
ٻٽين باغبان سدا ساٿ ڏيندين
لڳي توري لائي- گولي ھيءَ گڏيندين
دکن جي دنيا ۾ دکن آھي دکايو
زماني جي گردش مونکي آھي منجھايو
توں سمو آءُ گندري- مون ۾ عيبن لکہ
ھن منھنجي حال جي توکي سڀ پرکہ
ڪارڻ رب الکہ- متان منھن متائينم
مون گنھگار کان منھن نہ موڙج-



ڪهڙو نہ ڏاتار آهين جو ڏمرجين تہ بہ ڏين
بون سان بہ سائين ڪرين ٿو ڀلائي
منهن جن بي شمار عيبن هوندي بہ مونتي ، پنهن
جي ڪرم ۽ رحم جي نظر وينهو ڪرينم
تون ڏاتار آ ۽ ڏوهي
آءٌ وساريانءِ - تون نہ وسارجانم
تون مالڪ مان مسڪين سائين
اي ديالو سروڪرتا - سرو سمرٿ - ڏينم سمت
سچا سائين ڪي گيان روپي گڻ ڏيو.
آءٌ تہ تنهن جي آهيانءِ - ڪوئي توڙي ڪري.
ڏيکي درشن پنهن جو سائين -
ڪريو مـون کي مست چري.
تون منهن جو سائين- آءٌ تنهن جي پانهي
پل پل توکي ساريان
ڪڏهن ڪين مان توکي وساريان
دنيا رسيم تہ پل رسيم- تون نہ رسجانم
سائين سڀاجها منهڙو نہ مٽائجانم
مٺا مالڪ مان توتي کي تہ ڪڏان ٿو
مان آهيان گنهگار ۽ سدائين ڀليل
بہ تون آهين بخشڻهار.

## هي ايشور واهم تنهنجي اپار مايا

هي ايشور تنهن جي ليلا عجيب آهي.
سبحان تنهن جي قدرت مالڪ
ڪٿليءَ کي ڪڻ هاٿيءَ کي مڻ ٻه تون ئي ت
پهچائين.
قدرت تو قادر جي ڏسي منهن جو من ته ڏريو پو
ري ٽنبي ري ٽوٽيءَ تون ڇپر تون ڇانو
تنهن جي رحم ۽ فضل جو ته حساب ئي ڪونهي
تون ئي ته ڪرندڙن جي لٺ آهين
تون ئي ته مشڪل ڪشا آهين
پل پل تون اسان جي سار لهين ٿو
جيئ منهن کي روزي رسائين ٿو
ڪٿليءَ ڪنچر کي پيٽ پهچائين ٿو
شاهن جو شاهه آهين
تون بي انت آهين
ڪنهن به تنهن جو انت نه آهي پاتو
عجب کيل تنهن جا عجب تنهن جي بازي
تنهن جي ڪرپا جو ته ڪاٿو ئي ڪينهي
تنهن جي گنج ۾ آهي ڪمي ڪانه ڪائي
تنهنجو در سخا جو کليل آهي سدائين.

دکہ پہجن تيرا نام

اي ايشور ڪھڙو نہ ديالو آهين.
داتار تون. ڪرتار تون. آهين اکنڊ پندار تون
تنهن جي نالي ڳڏي من نهال رهي.
توهين ديا جو پندار سائين
شرن پڙئي جي لڄڙي رکين تون
دينن دکين جي سڏڙي لهين تون
آهين دکين جو آڌار سوامي
توهين سڀني کي روزي رسائين
ميگهہ ميا جا سڀ تي وسائين
اٺ سونون جو سونهون تون آهين
منجهيل کي تون دڳہ لڳائين
پن پورين پاتار پر. پنڙ تون تارين
تنهن جو در سخا جو کليل آهي سدائين
ڪرين شاه پيادا، ڏين پيادن کي شاهي
جيڪا تنهن جي مرضي ٿيندي نيٺ سائي
تنهن جي در تان سوالي. وڃي ڪين خالي
جهڙي آس جنهن جي تهڙي تون پڄائين
جڏن جو جياپو سائين تون آهين جائي
پريو تون بي حد آهين. مان ڇا آهيان.

دين ديال پروسو تنهنجو ٻيڙيءَ چاڙهہ پروار منهن جو.
جو تو وڏي حڪم ڪريم.
هن ٻيڙيءَ کي ڪنڌن بہ پار لنگهائين.
هي پرم پتا، مونکي اهڙي مت ڏي جو مان
ٻين جي دوشن کي نہ ڏسان، مگر سندن خوبيون
ڏسان ۽ پنهن جا عيب ڏسان.
مٺو ٻولي مُکہ مان، سڀني کي سکي ۽ خوش ڪريان
مان ٻي سمجهہ آهيان، تون سمجهاءِ داتا،
تون سچو گيان هردي ۾ جڳاءِ داتا.
تہ هر جاءِ ڏسان تنهن جو شان سائين،
اهوئي کپيم تنهن جو احسان سائين.
اي شاهن جا شاه ڪرين تون پنهن جي مهرباني
ڪرين پنهن جيءَ مهر سان سڦل منهن جي زندگاني
سائين سچي گيان جو سرمو پائينم
تہ اندرين اکہ کليم.
مالڪ سمت ڏينم تہ ڪڏهن بہ من وچن ڪرم
سان ڪنهن جو بہ مدو نہ چاهيان.



ڪنهن جي در تي سچا سائين ڪريان ٿو عرض مان
ڏي سمت صاحب سچي ٿي قول تي قائم رهان
لوڀ لالچ دغا دولاب کان داتا بچائج.
ڪر اها آسيس مان نشڪام ٿي شيوا ڪريان.
دردمندن لاءِ ٿي دل ۾ درد پيدا ٿئيم.
غمزدن جو غم ڏسي غمخوار ٿي تن جو ٿيان.
پيار سيڪنهن لاءِ سچو دل جي اندر هردم ڌريان.
مان نمائو، آرزو آهي ايشور منهنجي اها،
سرو جي شيوا ڪندي ٿي سر ڏيئي سرهو ٿيان.
تو در تو اهو سوال ڪريان،
ڪنديان اولياءَ مان سولي سدا.
مٺا مالڪ مونکي پنهنجن فرض پالڻ ۾ مدد ڪجانءِ
هي پريو مان تنهنجو آهيان جئن وٽيئي تئن رکي وٺين
سيني پارين ڪارج سنوارجانءِ.
جئن چڱن ۾ عزت ڏجانءِ.
دائم ٿي دل تي هجينءِ. ڪڏهن نه وسرينءِ.
مونکي سمت ڏي ته سدائين تنهنجا گڻ پيو ڳايان
سائين سوجهرو بخشينءِ.
رهبر ٿيندءِ. راه ڏيکاريندءِ.
سيني پارين نڌر جو ننگ، توکي آهي.

دين ديال ڀروسو ڪنهنجو ٻيڙيءَ چاڙهڻ ڀروار منهن جو.
جو تو وڏي حڪم ڪريم.
هن ٻيڙيءَ کي ڪنڌي ٻه پار لنگهائين.
هي پرم پتا، مونکي اهڙي مت ڏي جو مان ٻين جي دوشن کي نه ڏسان، مگر سندن خوبيون ڏسان ۽ پنهن جا عيب ڏسان.
مٺو ٻولي مُک مان، سڀني کي سکي ۽ خوش ڪريان
مان ٻي سمجهه آهيان، تون سمجهاءِ داتا،
تون سچو گيان هردي ۾ جڳاءِ داتا.
ته هر جاءِ ڏسان تنهن جو شان سائين،
اهوئي ڪپير تنهن جو احسان سائين.
اي شاهن جا شاه ڪرين تون پنهن جي مهرباني
ڪرين پنهن جيءَ مهر سان سڦل منهن جي زندگاني
سائين سچي گيان جو سرمو پائينم
ته اندرين اکه کليم.
مالڪ سمت ڏينم ته ڪڏهن به من وچن ڪرم سان ڪنهن جو به مدو نه چاهيان.



لنهن جي دَر تي سچا سائين ڪريان ٿو عرض مان
ڏي سمت صاحب سچي شل قول تي قائم رهان
لوڀ لالچ دغا دولاب کان دانا بچائج .
ڪر اها آسيس مان نشڪام ٿي شيوا ڪريان.
دردمندن لاءِ شل دل ۾ درد پيدا ٿئيم.
غمزدن جو غم ڏسي غمخوار شل تن جو ٿيان .
پيار سيڪنهن لاءِ سچو دل جي اندر هردم ڌريان.
مان نمائو، آرزو آهي ايشور منهنجي اها،
سروَ جي شيوا ڪندي شل سر ڏيئي سرهو ٿيان.
تو در ٿو اهو سوال ڪريان،
ڪندين اوليءَ مان سولي سدا.
مٺا مالڪ مونکي پنهنجن فرض پالڻ ۾ مدد ڪجانم
هي پريو مان تنهنجو آهيان جڏن وٽيئي تڏن رکي ونيم
سيئي پارين ڪارج سنوار جانم.
چئن چڱن ۾ عزت ڏجانم.
دائم شل دل تي هجينم. ڪڏهن نه وسرينم.
مونکي سمت ڏي ته سدائين تنهنجا گڻ پيو ڳايان
سائين سوجهرو بخشينم.
رهبر ٿينم. راه ڏيکاربنم.
سيئي پارين نڌر جو ننگ، توتي آهي .

## روزاني پرارٿنا

سک جي رات گذاري اٿيئي، سک جو ڏينهن گذارج. زندگيءَ جا ھيترا سال سک جا گذاريا اٿيئي، باقي بہ سک جا گذارج.
سک جو ڏينهن گذاريو اٿيئي، سک جي رات گذارج.
اڄ بہ ڪنهنجو آسرو، سڀاڻ بہ ڪنهنجي آس.
سدا سدا ڪنهنجو آسرو، ٻيو ڪون ٻارنہ ماس.
ھي پرڀو انگ سنگ سھاءِ ٿيءُ.
ھٿ نہ ڪڏھن منجھائجانءِ.
ھٿ نہ ڪڏھن ڪنهن جي اڳيان ٽنگائجانءِ.
ڪنهن جو ڪڏھن بہ محتاج نہ ڪجانءِ.
پنهنجي پيرن تي بيھڻ سيکارجانءِ.
قرض مرض کان آجو ڪجانءِ.
ڪلياڻ ڪاري سدائين ڪلياڻ ڪجانءِ.
ڪل ڪارج راس ڪجانءِ.
ڪل ڪارج سنوارنجانءِ.
پنهنجي فيض ۽ فضل جو ڏيئو منهنجي جيوت جي ڏيئي ۾ سدا اوڀيندو اچج.
شل سدائين سڀ جو ڀلو چاھيان.
ڪنهن جو ڪين شل مدو چاھيان.

٦. پرارٿنا ۾ ڪوبه اُلٽو (Negative) ويچار نہ هلاءِ. صرف پرمارٿي ويچار ٿلدائڪ ٿين ٿا.

٧. هميشه ايشور جي اِڇا کي راضپو ظاهر ڪر. جيڪي ڪپيئي سو ڪانئس گهر. ۾ جيڪي مالڪ ڏئيئي تنهن تي راضي رهہ. جيڪي تون گهرين ٿو تنهن کان اهو بهتر هوندو.

٨. پاڻ ۾ هير وجهہ، نہ سيڪجهہ مالڪ جي هٿن ۾ سونپجي. مالڪ کان بهترين ڪوشش ڪرڻ لاءِ سگهہ، طلب، پوءِ وشواس رکي نتيجي جو بار مٿس ڇڏ.

٩. جن شخصن توسان سلو ورتاءُ نہ ڪيو هجي يا جي توکي نہ وڻندا هجن تن لاءِ پرارٿنا ڪر.

١٠. جٽن پين لاءِ وڌيڪ پرارٿنا ڪندين، خاص طور انهن لاءِ جن سان تنهنجو واسطو نہ آهي تٽن تنهنجي پرارٿنا وڌيڪ اثرائتي ٿيندي.

ڊاڪٽر وليست. پيل "هندواسي"



## پرارٿنا جا ڏهہ نيم

ڏهہ نيم جن دوارا پرار ٿنا مان ڦلدائڪ نتيجا حاصل ٿين ٿا، سي هي آهن :-

۱. روز ڪجهہ پاٺ کي فارغ ڪر، ڪجهہ زبان سان نہ چئُ، فقط پنهنجا ويچار ايشور ڏي ڪر، ان طرح ڪنهنجو من ايشور ڏانهن مائل ٿيندو.

۲. پوءِ وات سان پرارٿنا ڪر، سليس سوپاويڪ اکر ڪم آڻ، جيڪي من ۾ هجيئي سو پرپوءِ کي ٻڌاءِ، پنهنجي نموني ۾ سائنس رهاڻ ڪر.

۱ روزمرهہ جي ڪم ڪار ۾ - ترين ۾ هجين يا بس ۾، ميز ڪرسيءَ ٽي هجين يا ٻئي ڪنهن هنڌ، هٿ هاج ۾، من مالڪ جي چرنن ۾ نواءِ. اکيون بند ڪري دنيا جا ويچار ڪڍي ننڍڙي پرارٿنا ڪرءِ ايشور کي ساکي ڏس.

پرارٿنا ۾ هميشہ سوالي نہ ٿيءُ، پر دهراءِ تہ ايشور جي ڪرپا جي ورکا ٿي رهي آهيءَ مالڪ جا شڪرانا بجا آڻ.

۵. پرارٿنا انهيءَ وشواس سان ڪر تہ سچيءَ دل جي پرارٿنا ڪنهنجن پيارن ڏائين پهچندي ۽ ايشور جو پيار ۽ رڪشا هنن سان نيبهہ ٿيندا.

# فهرست




Printed by Shri Radhakrishin Prabhdas
at the Amar Bharat Press, Ajmer.
&
Published by Shri Ram B. Motwani
Jt. Secretary, Sindhi Sahitya Samiti, Bombay.

## ٻه اکر

اسان جو پيارو ۽ ڇهون جوڳي آهي. اڪل لوڙلي
پٽي ساهتيه جي شيوا ڪٽي اٿس. هي سندس دل جي
امنگن جون سدائون ڏٺيءَ در ڪيل اميد ته مالڪ مهربان
پنهنجي ٻاجهه ڪري قبول ڪندو.

اسين ٻه پڙهي ڪري، من جي مٺڪي کي موڙي
ڪري سائينءَ جي راهه ڏانهن وڪه وڌائيندا سون، ته سچو
آنند پراپت ڪنداسون.

سهائتا ملڻ ڪري قيمت اڌ جيتري رکي ويٺي آهي،
جيئن هرڪو ۽ پيڙا لاڀ وٺي سگهي.

شيوا ۾
هري سندر روپچند

# ويا آخر وڃڻ وارا!

وڃڻ وارن کي وڃڻو هو، ويا آخر وڃڻ وارا
اسانکان ويا ڪري پاسو، هئا پاسو ڪرڻ وارا
اسانکي نيڻهن جو تارو هئو ڳنڍيو ٿو، اڪي ڇنڻو
مگر جن کي هئو ڇنڻو، ڇني ويا سي ڇنڻ وارا
اهي آخر وساري ويا، پنهنجي دل تان ڀلائي ويا
هواسين ڪين جنکي هڪڙو پل ڀلجي، ڀلڻ وارا
هي ٻه اکر اسان روئندي لکيا آهن
اسين نہ تہ ڪين آهيون روئي لکڻ وارا.

هڪ ئي آشا تمنا هيس تہ پنهنجي اصلوڪي گهر وڃان ۽ جلدي وڃان.
اسين إنسان موت پر ڪيترو نہ ٿا ڏڄون، پر هن نرموهي ديويءَ موت کي اين ٿي سمجهو جئن ڪبير صاحب چيو آهي-
”جس مرني سي جڳ ڏري - ميري من آنند
مرني ڪي سـي پائيئي - پورن پرمانند.“
”هاڻ هلبو- هاڻ هلبو- ڇپر ڇڏبو- هاڻ مونکي ڪانہ جهلي.“ بس! اهائي وائي وات هيس.
”ضيا“ صاحب جا هيٺيان اکر سندس دل جو حال ٿا ٻڌائين-
درحقيقت موت رنج و غم مٽائي ٿو ڇڏي،
مڙر موت دنيا جي ڪشمڪش کان ڇڏائي ٿو ڇڏي،
هڪ سکون جي خاص دنيا ۾ رسائي ٿو ڇڏي،
هرگهڙيءَ جي آه و زاريءَ کي مٽائي ٿو ڇڏي،
مان تہ چوندس موت آهي هڪ حيات-جاودان
موت سچ پچ ٿو ڪري إنسان تي احسان گران.
ايشور شل سيتا ديويءَ جي آتما کي پنهنجي چرن ڪملن ۾ واسو ڏئي.

گ-ا. ش. آلمچنداڻي

## نرهوهي سِينا ديوي

گهڻيئي منجهس لکل گڏ هوا، نجوسون هئي
نه ڪنهنجيءَ هٿيئن ۾، نه ڪنهنجيءَ ڪنڌين ۾.
هٿ جي ڇوٽ، غريب غربي کي دل کولي ڏينديو هئي.
شيوا پوڄا ڪلاڪن جا ڪلاڪ ويٺي ڪندي.
ڪاڏي پيٽي جو خيال ڪونه ڪندي.
هٽي پنهنجي طبعيت ڏاهي ڇڏيائين.
پٽ، ڏيون، نهون سندس اڳيان هڪيا حاضر هوا.
۴۴ سال مون سان دکــه سـکه ۾ ڪلهو ڪلهي ۾
لڳائي بيٺي.
دنيا دورنگيءَ کي ڏوڙي سمجهي سويل ئــي
ڪانئس پاسو ڪرڻ لڳي.
مٽن مائٽن جا ناتا سڀ مٿيا سمجهي سويل ئي
منجهانئن موه ڪڍي ڇڏيائين.
پاٺون پائنين ۽ پاڇاين جو موه ڪورو سمجهي
ڪانئن سويل ئي پاسو ڪيائين.
"مطلب جي آهي دنيا" ڪنهن ۾ رهي به ڪبو ڇا؟
اهڙو خيال ويڙهي ويس.
"جيڏيون ڇا آهي هن جڳ ۾. هاڻ پار اباڻي هلبو."
پنهنجي اصلوڪي گهر وڃڻ لاءِ ڏاڍي آتي هئي.

# اُٺي آلڪ سي اور

تہ

## دکہ ڪشٽ هٽي ٻري ٽيني
## سکہ شانتي سري اوڏو ٽيني

ڪ. ا. ش. اُمرچنداڻي

١٩٦٠

پنجويھہ نوان پئسا

ڇپايل

**سنڌي ساهتيہ سمتي**

سنڌ ماڊل هاءِ سڪول بلڊنگ،
ڪينيڊي برج، بمبئي ٧.

# اُٺيِ الڪ سيِ اور

گـا. ش. اُلمچنداٹي



٠–٢٥ ١٠

# اسانجا وڌيڪ ڇپايل ڪتاب

ليکڪ — پيسا

تالو — ١-٠-٠

(سنڌي) وتو ٻاجي

ڪيما پروچن — (لوهمان دوارڪو سندراڻي)

” ڪرشن داس جاجو — ٠-٢-٠

سمپتي دان — (لوهمان طوطارام ولڇا):

” ”دڪابل“ — ٠-١-٠

ڏرليء جا گيت — ” ”بيوس“ — ١-٨-٠

عمر بيوس — ” ” — ٠-٨-٠

گرو نانڪ جون ڳوتا — ”دڪابل“ — ٠-٣-٠

ڏرلي ڪي اِڪار — (سنڌي) ” ” — ٠-٢-٠

هال ري ڪرا هال — ” ” — ٠-١-٠

شنک ناد — ” ” — ١-٤-٠

لورن — ” ” — ٠-١-٠

ڏرلي ڪي گيت

ملڻ جو هنڌ:—

**لوڪ ساهتيه پرڪاشن گانڌيڌام**

پوسٽ:— آديپور - (ڪڇ)

---

Printed by Mellaram Mangatram at Sunder Press, Kaisergunj, Ajmer. and Published by Kumari Krishana Bhambhani, Secretary Lok Sahitya Prakashan PO. Gandhidham (Adipur, Kutch)

جي ياونا ڪيدي پرمارت جو ياؤُ پرڻ هڪ لفظ ۾ چئجي
، هيءَ تحرڪ ”جيون - شڌي“ جو تحرڪ آهي.
وشو وياپي پوُدان

اڄ هيءَ ويچار ڌارا رڳو هندستان تائيـن محدود
ڪين رهي آهي. دنيا جا ٻيا ملڪ پڻ اڄ ڏانهن انسڪتا
سان هن هلچل کي ڏسي رهيا آهن. هن هلچل جو اڀياس
ڪري رهيا آهن. پنهنجن ملڪن ۾ ساڳئي نموني جو
تحرڪ شروع ڪرڻ لاءِ سوچي رهيا آهن.

جهڙيءَ طرح گوتم ٻڌ، عيسيٰ، محمد ۽ گانڌيءَ جا
ويچار رڳو سندن ديش تائيـن محدود نه رهيا، مگر
سڄيءَ انسان ذات انهن ويچارن کي اپنايو، ساڳيءَ طرح
اڄ ونوبا جا ويچار ۽ پوُدن رڳو ڀارت تائيـن محدود
نه رهيا آهن.

جيئن سج اڀرندي ئي هر طرف روشنـيءَ جون
ڪرڻائون ڦهلجي وينديون آهن، ساڳيءَ طرح هيءَ هلچل
ٻا اڄ وشو وياپي ٿي رهي آهي.

اڄ اسان سڀني جون دليون اڇائون آهن ته ونوبا شل
جڳ جيئي ۽ اسان ۾ شڪتي اچي جو اسين سندس
قدمن تي هلڻ جي ڪوشش ڪريون.



جن وت ڏن ڄاڻي زمين ڪجهه نه آهي، اهي محنت جو دان ڏين. جيڪي محنت نه ڪري سگهن ۽ اهي 'بڌي' جو دان ڏين، يعني پنهنجي سمجهه سان پين جو ننا سوارث پلو ڪن. هو وت اهڙو ڪجهه نه ڏيئي سگهي جيڙو نه هجي، اهي بربر هو دان ڪن، يعني هر ڪنهن سان بربر سان ورلن. جيڪڏهن بربر جو دان ليو نه سب دان ليا. جنهنکي اسين پنهنجو بربر ڏيون انکي سب ڪجهه ڏيڻ لاء اسين تيار رهون ٿا. جيڪي ڪري سگهن آهي سماج سيوا لاء جيون دان ڪن، يعني سچي عمر سيوا کي لڳا رهن.

مطلب اهو تي نه جيڪي مون وت آهي اهو مان پين جي ڀلي لاء ورهايان.

'دان' اج لياڳ ڏانهن اشارو ڪري ٿو. هو ڪنهنکي ياڻ کان وڌيڪ پين لاء ڪجهه نه ڪجهه ڪرڻ گهرجي. ڇاڪاڻ ته هر ڪنهن جيڪي ڪجهه حاصل ڪيو آهي رڳو پنهنجي طاقت ۽ عقل سان نه پر پين جي سهڪار ۽ مدد سان. ان ڪري مون وت جيڪي ڪجهه آهي اهو رڳو منهنجو نه آهي، ان تي سماج جو حق آهي. خود مون تي به سماج جو حق آهي ڇاڪاڻ ته مان سماج جي سهاري تي جيوت رهي سگهيو آهيان ۽ وڌيو ويجهيو آهيان.

اهڙي طرح ڏسجي ته هن سڄي آندولن جو مول مقصد آهي "انساني من ۾ ڦيرو آڻڻ." من مان سوارثه

جيڪا ڪسان کي ملي ٿي انجو هو تيستائين مالڪ آهي
تيستائين هو ان جي سيوا ڪري ٿو؛ يعني ڪيتري تو
۽ جي مري وڃڻ کان پوءِ پٽ کي به ان زمين تي حق
هن رهندو جڏهن پاڻ ڪسانـي ڪرڻ لاءِ خواهن
ندو. ٻـيءَ حالت ۾ اها زمين ڳوٺ جو ”سهڪاري
ت“ ٿيندي، جا پنچايت ئي سنڀاليندي.

ڀو دان ۾ رڳو ويران زمين ملي ٿي، اهو وهم اڄڪلهه
ري ويو آهي؛ چاڪاڻ ته بهار، بنگال ۾ اهڙي زمين
به هزارين نه پر لکين ايڪڙ ملي آهي، جيڪا هندستان
جي وڌ ۾ وڌ آباد زمين جهڙي آهـــي. مدورا ضلع
(مدراس) ۾ ته اهڙا سوين ڳوٺ دان ۾ ملي چڪا آهن
بلڪل آباد ۽ سرسبز آهن، جن جي آبادي تمام
ط آهي.

اهڙا بادليل جواب ٻڌڻ کان پوءِ ڪنهنجي به من ۾
دان بابت شنڪا نه رهي آهي.

## سمپتي دان ۽ ٻيا دان

ڀو دان کان پوءِ ونوبا جو ٻيو قدم آهـي ’سمپتي
‘. ’سمپتي دان‘ پڻ انهيءَ سڌانت تي ئي شروع
جنهن تي ’ڀو دان‘.

جهڙي طرح ڀوميءَ لاءِ ونوبا چوي ٿو ته ”سرو ڀومي
ڳوپال ڪي“ ساڳيءَ طرح هو سنت تلسيداس جي هڪ
پائيءَ جو حوالو ڏئي چوي ٿو ”سبهِ سمپتي رگهوپتي
آهي.“

ننڍا کيت آهن مگر ان ڪري جهان جي پيداوار گهٽي ڪونہ آهــي. خود پارت ۾ بهار ۽ بن پرانتن ۾ لچرو ڪري ڏنو ويو آهي تہ ڪن حالتن ۾ الڳ الڳ کيتيءَ سبب پيداوار وڌي آهي.

وڏيڪ اهو جو ڇو وچي تو تہ زمين جي ورهاست سبب گهوٽاٽي هنون کي ڏک لڳندو سو نہ بلڪل غلط آهي ڇو تہ زمين رکو ملندي تي انهن کي جيڪي ڪساني ڪند هوندا. يا جيڪي پاڻ کيڙيندا. هونءَ نہ رکو زمين جو پيدائش هاري تہ جي زندگــيءَ جون گهرجون پوريون ڪري ڪونہ سگهندي. ان ڪري هنکي پنهنجي بدر جي کيڙي لاءِ ڪنو پوندو ۽ اٽو پوندو. ساڳيءَ طرح خود پورليءَ لاءِ بيا گهرو هنر هلائڻا پوندا. ان ڪري هن آندولن جو نعرو تي آهي پوردان مؤلڪ- گرامدان پوءَ پرڏان. اهنسڪ ڪرانتي.

اهو بلڪل صحي آهي تہ وسيلن جي نہ هجڻ سبب زمين هوندي پڻ ڪسان لاءِ کيتي ڪرڻ مشڪل ٿي پوندي. ۽ انهيءَ کوٽ جي پورائي سمپتي دان سا ڪئي وڃي ٿي. ان کان سواءِ جيڪي پومي ڏين ٿا اهي دلي پاونا سان ڏين ٿا، ان ڪري هو انهن وسيلن ميس ڪرڻ ۾ پڻ مدد ڪن ٿا، جن ذريعي سندن ٿي ڪسار پالي، سندن ڏنل زمين جو فائدو وٺي سگهن.

ٽئين زميداري رواج پيدا ڪرڻ جو دوپ ظاهر ڪيو ٻو آهي. سو بہ اجايو آهي. جاڪاڻ پودان ۾ مليل زمين

هڪ اعتراض اهو ٻه اٿاريو ٿي ويو ته جنهن کي زمي
ملي آهي ان جي مرڻ تي اها زمين سندس اولاد کي
لندي، پوءِ چاهي سندس اولاد هارپ ٻه نه ڪند
جي. اهڙيءَ طرح سان وري پيو زمينداري رواج شروع
ٿي ويندو.

جن کي ڀودان بابت گهري ڄاڻ نه آهي انهن ته ائين
ٻه ٿي چيو ته ڀودان ۾ زمين اهائي ملي رهي آهي جيڪا
پڙيانگه يا ويران پئي آهي- ڪابه آباد زمين ڀودان ۾
ڪين ملي رهي آهي.

ونوبا انهن سڀني اعتراضن جا جواب ڏنا آهن ۽ شنڪائن
کي دور ڪيو آهي.

ونوبا چوي ٿو ته اڄ ڪسان کي زمين جي بک آهي،
سندس اها بک لاهڻي آهي. بک لهڻ تي هو ڀين سان
گڏجي کائيندو. جيستائين هن وٽ پنهنجو ڇٽي سگهڻ
جهڙو ڪجهه نه آهي تيستائين سهڪار جو اپديش ان لاءِ
بي معنيٰ ٿيندو. نه رڳو ايترو مگر ڀودان دواران ئي
سهڪاري کيت قائم ڪري سگهجن ٿا. ڀودان ان لاءِ
اتم وسيلو آهي. اڄ ته ”گرام دان“ پڻ وڌي رهيو آهي.
جنهن ۾ سڄي ڳوٺ جي سمپتي، دان ۾ ملي ٿي ۽ سڄي
وٽ جي ليکي وڃي ٿي. ان ڪري سڄو ڳوٺ هڪ
ر ٻڻجي ٿو پوي.

تنهن کان سواءِ زمين جـــي ورهاست سبب پيداوار
گهٽجڻ گهرجي اهو پڻ ضروري نه آهي. جهان ۾ تمام ننڍا

جي ڏسبو ته 'ڀودان' رڳو اهسڪ آرٿڪ ڪرانتيءَ جو آندولن نه آهي مگر جيون-ڪرانتيءَ جو لهرڪ آهي.

## شنڪائون

هيلتائين ڪن ودوانن ۽ ملڪ جي مدبرن کي ڀودان بابت ڪي شنڪائون هيون، جيئن ته ليلنگانا ۾ جنهن رفتار سان ڀومي، دان ۾ ملي رهي هئي ان لئي ليکا ڪنديءَ پر ڪ سماجوادي اڳوان شري رام منوهر لوهيا چيو هئو ته "ان حساب سان سيني ڀي زمين ڪسانن کي زمين ڏيارڻ لاءِ ونوبا کي ۳ سو سال ياڙا ڪرڻي پوندي." ليڪن اڄ جنهن رفتار سان ڀودان جو لهرڪ هلي رهيو آهي اُن منجهان ظاهر آهي ته ۱۹۵۷ع تائين پنج ڪروڙ ايڪڙ زمين حاصل ڪرڻ جو هيڪو لکشيه ونوبا مقرر ڪيو آهي، اهو شايد پورو ٿي وڃي.

ڪن ودوانن اها شنڪا اُٿاري ته ڀودان ۾ ورتل زمين هرهڪ ڪسان کي ورهائـــي ڏيڻ سان زمين جا ٽڪرا ٽڪرا ٿي ويندا ۽ پيداوار کي ڌڪ لڳندو. اُن سان گڏ ماڻهن منجهان سهڪاري ڀاوَ نڪري ويندو.

ڪن ائين ٿي چيو ته جيڪڏهن سڀ ڳوٺ جا رهندڙ کيتي ڪرڻ لڳندا ته ڳوٺاڻن هنرن کي ڌڪ لڳندو.

خاص طرح ڪميونسٽ ودوانن جو وري اهو اعتراض هئو ته ڀومي ڪسان کي ملندي مگر ان کي کيڙڻ جا وسيلا هر، ڏاند وغيره نه هجڻ سبب هو کيتي نه ڪري زمين پرپانگ ٿي ويندي.

بهار ۾ ڀودان جو ڪم ڏاڍي زور شور سان هلڻ لڳو.
ملڪ جا ڪيترا ڪم ڪندڙ هن آندولن ۾ ڪڙي پيا.
شري جئه پرڪاش نارائڻ به ٻيا سڀ ڪم ڇڏي ڪري
ڀودان جي ڪم کي لڳي ويو.

اپريل ١٩٥٢ تائين جيتي هڪ لک ايڪڙ زمين ملي هئي
الي مارچ ١٩٥٣ تائين ٨ لک ايڪڙ زمين ملي ۽ جون تائين
اها وڌي ١٤ لک ايڪڙ ٿي وئي. وڌيڪ ٻن ٽن
مهينن ۾ ٢٥ لک ايڪڙ تائين پهچي وئي. اهڙيءَ طرح
”سيوا پوري“ سمهلن ۾ ڪجهه ٢٥ لک ايڪڙ زمين
حاصل ڪرڻ جو سنڪلپ پورو ٿيو.

”چانڊول“ شهر ۾ نيل سرووديه-سميلن ۾ ونوبا
ان پرگيا لئي زور ڏنو ته ١٩٥٧ جي پڇاڙيءَ تائين
٥ ڪروڙ ايڪڙ زمين گهرجي. اها ڳالهه ڪجهه ته سهڻي ٿي
لڳي. پر هينئر اها سچ پاسي لڳي آهي.

ڀودان بابت سمجهائيندي ونوبا چوي ٿو ته دان جو
مطلب آهي پوري ورهاست. جهڙيءَ طرح هوا، روشني
پاڻيءَ لاءِ ڪنهن به هڪ جي مالڪي نه آهي ۽ اهي
قدرتي نعمتون سڀني جي حصي ۾ آيون آهن، ساڳيءَ
طرح ڌرتي به انهن سڀني جي حصي ۾ آئي آهي جنهن جي
[illegible] سيوا ڪجي. ڌرتيءَ لاءِ ڪنهن جو مالڪيءَ جو
[illegible] آهي قدرت مٿان انسان جو اڌڪار قبوليو.
[illegible]. ونوبا منتر ڏنو ”سرو ڀومي گوپال ڪي“.
آهي اها سڀ ڀومالا جي آهي.

وقت اندر اسين هر هڪ بکئي کي روٽي ڏئي سگهنداسين
يوجنا ڪميشن جا ميمبر لاجواب ٿي ويا. هو ڪو
وقت مقرر نٿي ڪري سگهيا، جنهن وقت اندر ه
ملڪ جي بک کي ٽڙي ڪيڻ جو انجام ڪري سگهن.

ونوبا دهليءَ کان موٽ ڪاڏي ۽ اتر پرديش جي
ياترا شروع ڪئي.

۱۱ اپريل هو ڪاشيءَ پهتو. تيستائين ۸۸ هزار ايڪڙ
زمين ڪيس ملي چڪي هئي. ٻن ڏينهن ۾ اها وڌي
هڪ لک ايڪڙ زمين ٿي.

انهن ڏينهن سيواپوريءَ ۾ سروودي سميلن ٿيو. جتي
اهو سنڪلپ ڪيو ويو ته ايندڙ هڪ سال ۾ ديش اندر
۲۵ لک ايڪڙ ڀومي حاصل ڪئي ويندي.

اڳتي هلي زمين ملڻ ۾ تمام تيزيءَ سان واڌارو ٿيڻ
لڳو. اڍائي مهنن ۾ ونوبا کي اڍائي لک ايڪڙ ڀومي دان
۾ ملي.

ونوبا جي 'سيواپوري' سميلن کان پوءِ الله آباد ۽
مرزاپور ضلعن جي ياترا ڪري وري ڪاشيءَ پهتو
برسات جا ڏينهن ڪاشيءَ ۾ ئي رهيو.

ڪاشيءَ ۾ پوتر گنگا جي ڪناري تي گندگي ڏسي
ن کي ڪافي ڏک پهتو. هن اتي صاف ڪاشيءَ جو
ندولن هلايو. نيٺ ۱۱ سيپٽمبر ۱۹۵۲ جنم ڏينهن تي،
نوبا اتر پرديش کان موڪلائي ڪئي ۽ بهار پرديش
انهن رخ رکيو.

ليڪ ڪهندي هئي جنهن ۾ اول ڀڪتي کي، پوءِ ڏڪتي کي ۽ ٽئين پوڙها جي حالت ۾ سڪتي کي ملي.

ان ڪري ئي شري نهروءَ کيس دهليءَ اچڻ لاءِ ڪوٺ ڪئي هئي. ونوبا کي هونءَ ته اٺ ٻارهن جي پانڌرا ڪرڻي هئي ان ڪري مليل ڪوٺ قبول ڪري، ١١ سيپٽمبر ”جنم ڏينهن“ پوءِ ڌام ۾ گذاري، ١٢ سيپٽمبر ٽئين سال ۾ پير رکي هن وڏيءَ پانڌرا لاءِ نڪري پيو.

هيلتائين ماڻهن کي اهو وهم ويٺل هئو ته تيلنگانا ۾ ونوبا کي جيڪا زمين ملي آهي اها ماڻهن دٻجي ۽ مجبور ٿي ڏني آهي. ماڻهن جو اهو وهم هاڻي دور ٿي ويو. ڇاڪاڻ ته اٺ ٻارهن جي پانڌرا ۾ ونوبا کي وڌيڪ ۽ وڌيڪ زمين ملڻ لڳي. تيلنگانا ۾ زمين ملڻ جي سراسري ٻه سو ايڪڙ روز هئي ته هتي اها وڌي هزارن ايڪڙن تي وڃي پهتي.

ٻه مهينا مڌيه پرديش ۽ مڌيه ڀارت جي پانڌرا ڪري ونوبا دهلي پهتو. راڄگهاٽ جي پرسان ونوبا لاءِ جهوپڙي لاهي وئي، جتي ملڪ جا اڳواڻ ساڻس ملڻ ايندا هئا. ونوبا وٽ يوجنا ڪميشن جي ميمبرن جون گڏجاڻيون ٿي سياڻون ٿيون. ونوبا ڪميشن جي ميمبرن کان پڇيو ته ”توهانجي يوجنا ملڪ جي هرهڪ ويڪتي جي پيٽ ڀرڻ لاءِ، هرهڪ بيروزگار کي روزگار ڏيڻ جي مقصد کي سامهون رکي ٿي؟ جيڪڏهن نه ته اها يوجنا ملڪ جي [illegible] سگهندي. توهان ڪو انجام ڪيو ته ته هيتري

جي سيوا ڪري جيون-نرواهہ ڪرڻ جي پاونا جاڳي
هندستان جي ٻکہ ۽ ٻيروزگاريءَ جو مشڪل مسئلو جيڪ
حل ٿي وڃي.

ونوبا لڳ-ڀڳ سوا ٻہ مهنا تيلنگانا جي ياترا ڪئي
وچہ ڪيس لڳ ڀڳ ٻارهن هزار ايڪڙ ڀومي دان
ملي. ونوبا جي موٽڻ کان پوءِ ٻہ اتي ڀودان جو ڪم
هلندو رهيو.

## ڀودان جي پڙهيہ گنگا

تيلنگانا مان موٽڻ کان پوءِ ونوبا کي اتر ڀارت جي
ياترا ڪرڻ جو ويچار هئو. مٿان وري شري جواهر لعل
نهروءَ کيس دهليءَ اچي ڀارين پنج سالي يوجنا با
پنهنجن راين ۽ صلاحن کان واقف ڪرڻ لاءِ وينتي ڪئي.
چاڪاڻ تہ ان کان اول ئي ونوبا پنجہ سالي يوجنا تي
خوب ٽيڪا ٽپڻي ڪئي هئي. ونوبا جي خيال موجب
ان يوجنا ۾ بنيادي خامي اها هئي جو اُن دواران جيترو
ڪارخانن ۽ پئداوار وڌائڻ تي زور ڏنل هئو اوترو زور
غريبي دور ڪرڻ، زمين جي مسئلي حل ڪرڻ، ڪسانن
جي حالت سڌارڻ ۽ پئداوار جا وسيلا وسيع ڪرڻ تي
ڏنل نہ هو.

ڀين اکرن ۾ ٻہ ان يوجنا دواران اول سڪئي جو،
ءِ ڏڪئي جو ۽ ٻچڻ جي حالت ۾ ہڪئي جو خيال رکيو
يو هئو. ليڪن ونوبا جي خيال موجب يوجنا اهڙي

ئي نه وشواس ڪونه هئو. ان ڪري شام جو پرارٿنا سڀا ۾ ونوبا هن ڳالهه جو ذڪر ڪيو ۽ پڇيو ته جيڪڏهن سرڪار هنن غريب ڳوٺ واسين لاءِ ڪجهه نٿي ڪري ته پوءِ ان حالت ۾ توهان مان ڪي پاڻ، هنن جي گڏجي اهڙي مدد نٿا ڪري سگهو؟

ان سڀا ۾ آيل شري رامچندر ريڊيءَ چيو ته "هنن ڀائرن لاءِ مان پنهنجي هڪ سؤ ايڪڙ زمين ڏيڻ لاءِ تيار آهيان."

عجيب ڪرامت ٿي وئي! ونوبا ڪلهنا ته نه ڪئي هئي ته اهڙي ڏکئي مسئلي جو اهڙو سولو حل نڪري ايندو!! سولو جيتي جو مسئلو، اُلي ٿي آن جو حل!!!

رامچندر ريڊيءَ جي ان وچن سان 'ڀودان' جو شري گڻيش ٿيو ۽ ان کان پوءِ ڀودان جي پٽ گنگا وهي هلي.

تلنگانا جي حالت سچ پچ ته خراب هئي. سرڪار ۽ ڪميونسٽن ان حالت کي پنهنجي پنهنجي نقطي نظر کان سڌارڻ جي ڪوشش پئي ڪئي، پر اها سڌارڻ جي بجاءِ وڌيڪ بگڙي رهي هئي. پرنتو ونوبا جو هيءُ نئون تجربو ان طاقت کي سڌارڻ ۾ ڪامياب ٿيو. مسئلي جي ته، تائين پهچي ونوبا ڏٺو ته مسئلو سچو زمين سان واسطو رکندڙ آهي. جيڪڏهن پوکيندڙ ئي زمين نه هجي، هر ڪي زمين وارو پاڻ پوکيندڙ ٿئي، زمين جي ورهاست ٿئي، زمين جي مالڪي ختم ٿئي ۽ زمين

## تيلنگانا جي ياترا جو نتيجو

تيلنگانا جي ياترا ۾ ونوبا غريبيءَ جو ڀيانڪ روپ ڏٺو. جتي ڪٿي بک، بيروزگاري ۽ بيماريءَ جو ديرو هئو. بک ماڻهن کي ڀانولو بڻائي ڇڏيو هئو. ماڻهن مان ويچار ڪرڻ جو مادو نڪري ويو هئو. ونوبا پاڻ ٻـ لکي ٿو ته ”جيڪڏهن منهنجو اهنسا ۾ اٽل وشواس نه هجي ها ته جيڪر مان به ڪميونسٽن سان ملي وڃان ها.“

١٨ اپريل ١٩٥١ تي ونوبا نلگونڊا ضلع جي ”پوچم پلي“ ڳوٺ ۾ پهتو. هيءَ ڳوٺ ۽ ان جي آس پاس ڪميونسٽن جو اڏو سمجهيو ويندو هئو. ان ڳوٺ ۾ گهٽي پاڃي هريجن رهندا هئا، جيڪي بلڪل ئي ڏتڙيل حالت ۾ هئا. ونوبا ڳوٺ جو چڪر لڳايو، هريجنن سان مليو.

هريجنن پنهنجي دکي حالت ونوبا اڳيان بيان ڪئي. هنن ٻڌايو ته نه زمين آهي ۽ نه وري ڪم آهي. پيٽ ڪٿان ڀريون، ٻچن جي پالنا ڪيئن ڪريون؟ ڳوٺ ۾ هزارين ايڪڙ زمين آهي، اسان کي رڳو ٨٠ ايڪڙ زمين لي وڃي ته جيڪر اسين محنت ڪري پنهنجو جيون واهه ڪري سگهون.

ونوبا ڪانئن درخواست لکائي ورتي ۽ کين وشواس ڏيو ته سرڪار وٽان زمين ڏيارڻ جي پاڻ هرڪا شش ڪندو. پر سرڪاري ڪاروهار تي خود ونوبا

اوڏانهن وڃڻ جو ويچار ڪيو، ليڪن هن پيري ونوبا پيدل وڃڻ جو ئي فيصلو ڪيو.

سيني مهاپرشن جڏهن جڏهن ڌرم يا ستيه پرچار جي ڪوشش پئي ڪئي آهي تڏهن اڪثر پيدل ياترائي پئي ڪئي آهي. گوتم ٻڌ، مهاوير، شنڪراچاريه ۽ مهاتما گانڌيءَ پيدل ياترائون ئي ڪيون هيون. پيدل ياترا دوران هرهڪ جي هردي جي ويجهو وڃڻ جو وجهه ملي ٿو. ياترا جي هرهڪ نواسيءَ جي ڏک ۽ سک جي سچي ڄاڻ پوي ٿي. ونوبا پڻ هرهڪ ياترا واسيءَ خاص ڪري هرهڪ ڳوٺ نواسيءَ جي ڏک سک ۾ ڀاڱي ڀائي ٿيڻ ٿي چاهيو. ان ڪري پيدل وڃڻ ئي ونوبا ستو سمجهيو.

٨ مارچ ١٩٥١ تي ياترا شروع ٿي ۽ ونوبا سمملن ۾ شامل ٿيو. سمملن پورو ٿيو ۽ ونوبا جي ياترا پوري نه ٿي. هاڻ ته هڪ ياترا جي شروعات ٿي هئي.

ان وقت تيلنگانا جي حالت تمام گنڀير هئي. اتي ڪميونسٽن جو دٻ دٻاءُ هئو. ٻئي طرف وري سرڪار جو ظلم شروع هئو. رات جو ڪميونسٽ ۽ رضاڪار ماڻهن کي تنگ ڪندا هئا ڏينهن جو ڪميونسٽ جي ڳولها ۾ آيل ملٽري ماڻهن کي تڪليف ڏيندي هئي. ان ڪري ڪنهن به ڪم ڪندڙ جو اتي وڃڻ ۽ حالتن جو اڀياس ڪرڻ ڏکيو ٿي پيو هئو.

ڪم ڪندڙن پنهنجي تڪليف ظاهر ڪئي. ونوبا

هين ياترائن، خاص طرح حيدرآباد دکن جي ياترا ۾
ونوبا ملڪ جي غريبيءَ کي ويڇائيءَ سان ڏٺو. سندس
ياترا-ميه هردو روپي اٿيو.
هن محسوس ڪيو ته ملڪ جي هن درگتيءَ جو
ڪارڻ پئسو ۽ دولت جي غلط ورهاست آهي. جيستائين
ماڻهوءَ کي مايا جو موهه آهي ليستائين سماج مان هي
تفاوت دور نه ٿيندا. ان ڪري منش کي مايا جي موهه
مان مڪت ٿيڻو پوندو.
پنهنجي ان ويچار کي عملي جامو پهرائڻ لاءِ ونوبا
آشرم ۾ "ڪنچن مڪتيءَ" جا تجربا ڪرڻ شروع ڪيا.
آشرم پنهنجن پيرن تي بيهي اهڙيون ڪوششون ڪيون.
چندي چيري تي آشرم هلائڻ ڪيس اصولي طرح غلط
لڳو. ونوبا چوڻ لڳو ته "آشرم ۾ جيون ڪاٽڻ جيڪڏهن
پوتر ڪاريه آهي ته اهو اپوترتا سان گڏ ڪيل پئسي سان
ڪيئن ٿي سگهندو؟ اپوترتا جي آڌار تي پوترتا ڪيئن
قائم ٿي سگهندي!! انڪري آشرم واسي پاڻ هر ڪاهيندا
هئا، پاڻي ڏيندا هئا، ڪپڙا اڻندا هئا ۽ اُنهن ڪمن
مان حاصل ٿيل پئسن تي ئي جيون نرواهه ڪرڻ لڳا.

## پودان جو شري گڻيش

مايا-مڪتي جي تجربي ۾ لڳي رهڻ سبب ونوبا
انگل (اوڙيسا) واري سروودیه سميلن ۾ وڃي نه سگهيو
پر جڏهن حيدرآباد دکن ۾ سروودیه سميلن جي
تياري ٿي تڏهن ڪم ڪندڙن جي زور ڀرڻ تي ونوبا

لبر جو ونوبا جي پرارٿنا، درگاھ ۾ اندر رکي وئي، جتي ڪنهن به غير مسلم کي ڳالهائڻ نه ڏنو ويندو آهي. ڪيترو نه دل ڇڪائيندڙ نظارو ڇٽوا هندو مسلمان اهڙي نه برابر سان هلي رهيا هئا جو ڏسي دل بهار-بهار پئي ٿي. هندو مسلم ايڪتا جي جيئري جاڳندي تصوير ٿي نظر آئي.

هن ڪتاب جي لکندڙ کي اجمير ۾ پهنجين اکين سان اهو سڀ ڪجهه ڏسڻ جو موقعو مليو.

اجمير جي پرارٿنائن ۾ ونوبا صاف چيو ته "اجمير ۾ سيني ڌرمن جا پولنگ رهن ٿا. هيءَ سيني ڌرمن ۽ متن جو مرڪز آهي، ان ڪري هيءَ وڏي ۾ وڏو تيرٿ آهي. سيني ڌرمن ۾ ساڳيو هڪڙوئي لت سمايل آهي. سچ هڪ آهي ۽ ان سچ کي حاصل ڪرڻ جا رستا نرالا آهن."

اجمير جي وياکيانن ۾ ونوبا جهڳڙن جي سچي ڪارڻ بابت ڳالهائيندي چيو ته "جستائين محنت جو مان نه وڌيو آهي ملڪ جي پيداوار نه وڌي آهي، ماڻهن کي ڪاڻ لاءِ پورو نه ملبو آهي تيستائين ملڪ مان جهڳڙا دور نه ٿيندا. اهي هڪ نه ٻئي روپ ۾ ظاهر ٿيندا رهندا."

اجمير کان پوءِ حيدرآباد دکن ۾ ڪميونسٽيءَ جي اڳ اجهائڻ لاءِ ونوبا پانڌا ڪئي.

اهڙيءَ طرح ملڪ ۾ ڦهليل شانتيءَ کي ونوبا پنهنجي شانتي پانڌائن سان دور ڪيو.

زمينن کي وري سائو سبز ڪرڻ جو ڪم اتي جي پراڻن
انهن رهاڪن 'ميئو' مسلمانن کان ئي ڪرايائين.

ونوبا جڏهن دهليءَ ۾ رهيل هئو، تڏهن ڪيس خبر
ملي ته بيڪانير ۾ ڪجهه سڌارڪن هريجنن جي بستيءَ ۾
صفائي ڪئي ته اوچ هندن انهن سڌارڪن جو پڻ بهشڪار
ڪيو آهي. ونوبا بيڪانير پهتو. پرارٿنا سڀا ۾ ڳالهائيندي
انهن سڌارڪن کي اتساهه ڏياريندي چيائين ته "توهان
هريجنن جي سيوا ڪري ڀڳوان کي راضي ڪيو آهي،
ڀڳوان توهان تي پرسن ٿيو آهي، ان ڪري توهان کي
پڻ 'هريجن' جو پد پراپت ٿيو آهي. اڄ جيڪڏهن توهان
کي مندر ۾ اچڻ نٿو ڏنو وڃي ته توهان کي ان تي دکي
ٿيڻ نه گهرجي، ڇاڪاڻ ته اهو مندر ڀڳوان جو نه آهي.
هو پٿر جي مورتيءَ جو گهر آهي. ڀڳوان جو من ماءُ
نگر پنهنجي سڀني ٻارن کي پيار ڪندڙ ٿيندو آهي."
بيڪانير کان پوءِ ونوبا اجمير جي ياترا ڪئي.

اجمير ۾ مسلمانن جو تمام وڏو درگاهه-شريف جو
ميلو لڳندو آهي، جتي رڳو هندستان جي ڪنڊ ڪڙڇ
مان ئي نه، بلڪ ٻاهرين ملڪن مان پڻ مسلمان ايندا آهن.
هونءَ ان سال گانڌيجيءَ کي ميلي تي اچڻ لاءِ چيو
ويو هئو. باپوءَ جي سرڳواس تي وڃڻ سبب درگاهه وارن
ونوبا تي اچڻ لاءِ زور ڀريو. ونوبا اجمير آيو. سٽ ڏينهن
اجمير ۾ رهيو. پرارٿنا سڀا روز ٿيندي هئي، ونوبا ان ۾
پنهنجا ويچار ظاهر ڪندو هئو. مسلمانن تي ايترو ته اثر

ڪمل اناھ پاڻيءَ ۾ رهندي ٻڻ پاڻيءَ کان الڳ رهندو آهي.

ونوبا گانڌيجيءَ جو رچنامڪ ڪارڪ سڀالڻ لاءِ جنتا جي هر ڪارڪ ۾ گهڙي پيو مگر ڪرم-يوگ جي سڌانت موجب شريرسان ڪرم، من سان ڀڳتي ڪندو رهيو.

فساد اڃان بند ڪونه ٿيا هئا ان ڪري سڀ کان پهرين ونوبا پنهنجي ”شانتي ياترا“ شروع ڪئي. ان وچ شرڻارٿين جي نئين مسئلي ميڻ ڪيو، ونوبا ان مسئلي کي حل ڪرڻ لاءِ ٻڻ ڪوشش ڪرڻ لڳو.

پنجاب جي وڏين ڪئمپن ۾ ونوبا گهڻا ڏينهن ڏاڍو ڪيو، ڪرڪيتر جي ڪئمپ ۾ ڏني، ١٩٤٩ جي سيپٽمبر مهني ۾ ٽي ڏينهن ڪلياڻ ڪئمپ ۾ ٻڻ رهيو. الي جي ننڍين وڏن مسئلن لئي هن ڏيان ڏنو. ڪلياڻ کان پوءِ بمبئي جي پسگردائيءَ وارين ڪئمپن ۾ ونوبا خوب چڪر لڳايا. ملند، مڏ، ۽ چيمبور وغيره ڪئمپن ۾ هن سنڌي نرواسين جا ڏک سور ٻڌا، کين دلاسو ڏنو ۽ همٿايو.

ونوبا سنڌين جي ’واپاري ٻڌي‘ ۽ ’پاڻ تي ڀاڙڻ‘ جهڙين خوبين جي هميشهه ساراهه ڪندو رهيو آهي.

ڪلياڻ کان موٽڻ کان پوءِ ونوبا ورهي ريل گاڏيءَ ۾ ڪونه چڙهيو، اهو سندس اُٺين جو پويون سفر هو.

راجستان ۾ ونوبا ’ميئو‘ مسلمانن کي ورهي وسائڻ ۾ ٻڻ ڪافي دلچسپي ورتي. الور ۽ ڀرتپور جي اجڙ

۾ آيا. نتيجو اهو نڪتو جو ٣٠ جنوري ١٩٤٨ تي هڪ
هندوءَ گانڌيجيءَ تي گولي هلائي ۽ ڀارت جي اه
جوت ”هي رام“ ڪري وسامي ويئي.
گانڌيجيءَ جي مؤت سڄي ديش ۾ نراشا ۽ دک جو
وايو منڊل پيدا ڪري ڇڏيو.

## سروديه سماج

آخر ورڌا ۾ رچناتمڪ ۽ ٻين ملڪي ڪم ڪندڙن
جو ميڙ ٿيو، جنهن ونوبا سيني جي اڳيان ”سروديه
سماج“ جو سڌانت رکيو. چاڪاڻ ته ”باپو“ جو پڻ
پوين ڏينهن ۾ اهوئي خيال هئو ته ڪا اهڙي نئين سنستا
ناهجي جيڪا راجنيتيءَ کان دور، رڳو سيوا جو ڪاريه
ڪري. گانڌيجيءَ جي انهن وچارن کي 'ونوبا' 'سروديه
سماج' جي روپ ۾ ٻين اڳيان ظاهر ڪيو. ۽ آخر سيني
يڪراءِ اهو فيصلو ڪيو ته ”سروديه سماج“ جي سڌانت
کي ڪاريه-روپ ڏيڻ لاءِ ”سرو سيوا سنگهه“ نالي
سنستا کڙي ڪئي وئي. اهو فيصلو عمل ۾ آيو ۽ ونوبا
تي زور رکيو ويو ته پاڻ ان سنستا جو ڪم سنڀالي.
ونوبا اها ڳالهه قبول ڪئي.

ونوبا کي ايڪانت جيون جي بدران جنتا جي
رهنمائيءَ لاءِ ٻاهر اچڻو پيو. مگر سندس جيون ۾ سيـ
ڳالهيون سمان آهن. ونوبا جي خيال کان جنتا جي سيوا
۽ رام جي ڀڳتي ٻه ڳالهيون نه آهن.

شروع ڪري ڇڏيو. پڻ ڏيهن گوپال راؤ والنڪر بابوءَ جو نيابو ڪٽي ونوبا وٽ پهتو. مشڪل سان ڪيس جيل ۾ ونوبا سان ڳالهه جي اجازت ملي. بابوءَ جي آگيا ٻڌي، ونوبا پنهنجو ورت بند ڪيو.

ونوبا لاءِ جيل، پڳتيءَ ۽ ابياس جو گهر هئو، جتي رهندي ونوبا تامل، تيلگو ٻوليون سکيو. ان سان گڏ گيتا تي پڻ سندس هفتيوار پروچن ٿيندو رهيو. ١٩٤٥ ۾ ڪن اڳوانن سان گڏ ونوبا کي پڻ آزاد ڪيو ويو. ١٩٤٥ ۾ ونوبا جي پتا جو مرڻ ٿيو. ان وقت ونوبا پتا وٽ هئو. زندگيءَ جي آخري گهڙين ۾ ونوبا کي پاڻ وٽ پائي سندس پتا آتمڪ شانتي انڀو ڪئي.

ان ڪانپوءِ انگريزن هندستانين کي آزادي ڏيڻ جو فيصلو ڪيو. مسلم ليگ پاڪستان جي گهر ڪندي رهي، جنهن گهر جو نتيجو اهو نڪتو جو ١٩٤٧ ۾ بنگال ۾ هندو-مسلم فساد شروع ٿي ويا. اهي فساد ٻوءِ وڌندا رهيا. ڏيهه ۾ اهڙي لي آهو نه جهڳڙي جهڙي آگ سڄي هندستان کي جلائي خاڪ ڪري ڇڏيندي.

گانڌيجي، جنهن هندستان کي آزاد ۽ آباد ڏيهه جا سپنا ٿي ڏٺا، ملڪ کي هيڻن ختم ٿيندو ڏسي ڪيئن ٿي سهي سگهيو؟ هن يڪدم نوڪاليءَ ۾ پيدل ياترا شروع ڪئي. بنگال ۽ دهليءَ ۾ پراڻ-لباڳ ورت رکيا. فساد جي آگ اجهامڻ لڳي. پر گانڌيجيءَ جا اهي ڪم ۽ قدم ڪن ڪجهه دورانديش انسانن کي هندن جي خلاف ڏيهه

انسان آهي جيڪو خود گانڌيجيءَ جي جيون جي پرو
نتو ڪري.

ان مان سمجهڻ ۾ ٿو اچي ته ونوبا جو گانڌيجيءَ جي
جسم سان موه نه هئو ليڪن هو ان جي سڌانتن جو
وڄاري هئو.

١٩٤٢ ۾ مسٽر ڪرپس گانڌيجيءَ سان ڳالهيون ڪرڻ
آيو، جنهن جي ڳالهين ۾ رڳو آئينده جا دلاسا ڏنا
هئا، جنهجي آسري تي گانڌيجي رهڻ وارو ڪونه هئو.
ان ڪري ٿي مسٽر ڪرپس سان هلندڙ ڳالهيون ٽٽي
پيون. بمبئي ۾ ٩ آگسٽ ١٩٤٢ تي "ڀارت ڇوڙو"
جو ٺهراءُ پاس ٿيو. گانڌيجيءَ ملڪ کي "ڪرو يا مرو"
جو نعرو ڏنو. بس پوءِ ته ملڪ ۾ جڻ آگ ٻري ويئي.
سيني ليڊرن کي گرفتار ڪيو ويو. ونوبا ان وقت
پنهنجي پرم ڌام ۾ رچناتمڪ ڪارج ۾ لڳو پيو هئو. ليڪن
شخصي ستياگره جي هن يوڌي کي سرڪار ڪيئن ٿي
ڇڏي سگهي؟ ونوبا گرفتار ڪيو ويو.

جنهن وقت گانڌيجيءَ کي گرفتار ڪيو ويو ان وقت
سڀ کان پهرين ڳالهه هن اهائي چئي ته ڪير ونوبا کي
وڃي روڪي ته هو پراڻ تياڳ ورت شروع نه ڪري.
گانڌيجيءَ ڄاڻو ٿي ته جيڪو انسان ڪيس ستياگره
ڪرڻ لاءِ چئي سگهي ٿو، اهو پاڻ ڪڏهن به پٺتي
نه پوندو.

هوڏانهن جيل ۾ پهچڻ شرط سچ پچ ونوبا اپواس

ونوبا ستياگره ڪيو ۽ انس ۳ دفعا گرفتار ڪري جيل موڪليو ويو.

اهڙيءَ طرح شخصي ستياگره ڏيڍ سال هليو. انکانپوءِ سڀني ستياگرهين کي آزاد ڪيو ويو. شخصي ستياگره جي ختم ٿيڻ کان پوءِ ملڪ ۾ وري مالائي اچي ويئي هئي.

گانڌيجي سوچي رهيو هئو ته هاڻي وري ڀير ڪو تحرڪ شروع ڪجي. آخر کيس اها ڳالهه خيال ۾ آئي ته "مرڻ تائين اُپواس" رکڻ جو تحرڪ شروع ڪجي. هڪڙو ڄڻو اپواس رکي ۽ جڏهن ان جي مرڻ کانپوءِ ٻيو وري اپواس رکي. اهڙيءَ طرح اها هلچل هلندي رهي.

گانڌيجيءَ اها ڳالهه پنهنجي ساٿي ڪرڪنڌڙن کي ٻڌائي ۽ گڏوگڏ کين اهو پڻ ٻڌايائين ته پهريون ستياگرهي ٻاپو ليڪ جو فيصلو ڪيو اٿس.

اهو ٻڌڻ سان ڪرڪنڌڙن ۾ هلچل مچي وئي. سڀني 'ٻاپوءَ' کي چيو ته توهان اها هلچل ڀلي شروع ڪيو. لڪين ٻن کي ستياگرهي ڪري موڪليو.

ٻاپوءَ صلاح ڪرڻ لاءِ ونوبا کي لکيو. ونوبا پورٺام مان آيو. ٻاپوءَ کيس پنهنجا خيال ٻڌايا. ونوبا ٻڌندو رهيو گنڀيرتا سان سوچيندو رهيو. آخر چيائين "ليڪ آهي. توهان کي ئي پهريون ستياگرهي ليڪ گهرجي.

ڪنڌڙ عجب ۾ پئجي ويا! هيءَ ڪهڙو نرموهي

اٿاري سيمي پرانتن ۾ اسپيچائون ڏنيون. ان وقت جن
۾ ماڻهن شانتيءَ ۽ اهنسا سان جنگ لاءِ اعتراض تي ڏيکاريو
تنکي گرفتار ڪيو تي ويو. گانڌيجيءَ هينئر چپ رهڻ واجب
نہ سمجهيو. هن سرڪار کان گهر ڪئي تہ اسانکي آزاديءَ
سان ويچار ظاهر ڪرڻ جو حق رهي، جا گهر سرڪار
قبولڻ لاءِ تيار نہ ٿي. ان ڪري ۱۹۴۰ ۾ گانڌيجيءَ
"شخصي ستياگره" شروع ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. ستياگره
لاءِ انهن کي چونڊڻ جو فيصلو ڪيو جيڪي ستيہ،
اهنسا ۽ رچنائمڪ ڪارئہ ۾ وشواس رکندڙ هوندا. انهيءَ
فيصلي کان پوءِ گانڌيجيءَ لاءِ اهو سوال پيدا ٿيو تہ
پهريون ستياگرهي ڪير ٿئي؟ گانڌيجيءَ جي نگاه
يڪدم ونوبا تي پيئي. ونوبا گانڌيجيءَ جي آگيا سان
ستياگره شروع ڪيو. هن پيدل ياترا ڪندي رستي ۾
گڏجندڙ هرهڪ ماڻهوءَ کي ستياگره جو مول مقصد
سمجهايو، جنهنڪري کيس گرفتار ڪري ۳ مهنا جيل
جي سزا ڏني ويئي. ۽ ونوبا جو پهريون ستياگرهي
ٿيڻ، ديش جي جنتا ۽ خود سرڪار لاءِ بيحد تعجب جو
باعث هئو، ڇاڪاڻ تہ هو مشهور ليڊر... نہ هئو.
مگر گانڌيجيءَ جي آتمڪ درشٽيءَ اهو سڃاتي ورتو هئو
تہ پهريون ستياگرهي ٿيڻ لائق جي ڪوئي آهي تہ
هو ونوبا.

پهريون ستياگرهي سبب ونوبا سڄي ديش ۾ مشهور
ٿي ويو. جيل کان آزاد ٿيڻ کان پوءِ وري

سان گڏجي سيوا جي ڪم ڪي لڳي ويو. ليڪن تمام گهڻي ڪم سبب سندس صحت ٺيڪ نه رهي. ڪم ڪندڙن جي چيلهه لي ۽ ونوبا گڏجي سڌار جي ڪم ڪيو جنهن لاءِ راضي نه ٿيو. آخر باپوءَ کي لکيو ويو. باپوءَ ونوبا کي لکيو ته "جيستائين تون ڪٿي آرام نه ونندين ته لاچار مونکي سڀ ڪم ڇڏي تنهنجي سيوا لاءِ اچڻو پوندو. آخر باپوءَ جي آڪيا سان ڪجهه ڏينهن تندرستي سڌارڻ جي خيال کان ونوبا کي وردا کان ٿورو پري 'پونار' نالي ڳوٺ ۾ رهڻو پيو. ڳام نديءَ جي ڪناري هئڻ سبب ونوبا ان ڳوٺ کي "پرم ڌام" جو نالو ڏنو. ونوبا جي پوکر چرخو-سهوش سان سڀ ڪجهه اڪيلي هلي پرم ڌام پرم-ڌام لي ٿيو- اڪيلي هلي ونوبا جي سڄي ڳوٺ سڌار ڪاريه ۽ رچناتمڪ ڪمن جو اهو مکيه ڪيندر ٿيو. پرم ڌام ۾ پهرين ڏينهن کان ولي ۾ ڪوڏر هڻڻ جو ڪم شروع ڪيو. ونوبا جي صحت سڌرڻ لڳي. ۱۲ مهنن ۾ ونوبا ۴۴ پائونڊ ٿورو ۾ وڌيو.

اهڙيءَ طرح ونوبا ثابت ڪيو ته پورهيو ئي صحت ۽ زندگيءَ جي ڪنجي آهي.

## پهريون ستياگرهي

۱۹۳۹ جو زمانو دنيا لاءِ مصيبت جو زمانو هئو. ٻي مهاڀاري لڙائي شروع ٿي. سڄي دنيا ۾ جنگ جي آڳ ڦهلجندي وئي. ان وقت هندستان جي پرانتن ڪانگريس جون وزارتون هيون، جن جنگ خلاف آواز

کی الی پيهو جو ڪر مليو. ڪي! سالي ڪمزوريءَ
بيماريءَ سبب چڪي هلائي ڪين سگهندا هئا، انگر
ونوبا ٻاڻ پنهنجي ڪجهه تندرست ساٿين سان گڏجي
انهنجي بدران ٻڻ چڪي هلائيندو هئو.
حبڻ سياسيءَ لاءِ سوري ۽ سيج، لبڻ ونوبا لاءِ ٻڻ
جيل جڳهه ايشور جو مندر هئو، جتي اڀياسا لاءِ وڏيڪ
وجهه ۾ وڏيڪ سهوليت هئي. ونوبا لاءِ سنسار ۾ جيل
۾ ڪره فرق ڪونه هئو. جيل ۾ رهندي سندس ساٿي يل
دلي لما وري طاهر ٿي. نندي هوندي ڪان ٿي ڪيس
خيال هئو ته مان گيتا جو گيان سولي نموني سمجهائيندس.
گيتا جي شلوڪن جو جيهن وقت ونوبا جيل ۾ واڇي ارٿ
ڪندو هئو تڏهن ته جڻا سندس آلما جي هرڪ
وڃڻا لڳندي هئي.

ڪالڏاڇي وانگر ونوبا ٻڻ گيتا کي بيحد عزت ڏيندو
آهي. گيتا لاءِ سندس شرڌا، ڀڳتيءَ جي درجي تي پهتل
آهي. گيتا جي شلوڪن جو ونوبا ڏواران ڪيل اَرٿ اَج
"گيتا پروچن" جي نالي سان هڪڙو ملپانتو گرنٿ
سمجهيو وڃي ٿو. جنهنجو ڀارت جي سڀني مکيه ٻولين
(سنڌيءَ ۾ ٻڻ) انواد ٿي چڪو آهي. جنهنبر ڪرم،
...ان ۾ ڀڳتيءَ جي ونوبا اهڙي ته سولي سمجهاڻي
...لي آهي جو اهو پستڪ اَڄ هرڪنهن جي جيون لاءِ
...روشن منارو ٿي پيو آهي.
...دي ۾ ونوبا محسوس ڪيو ته ڀارت جي

پٽي سمجهيو آهي جيڪا، رستي ۾ ايندڙ ڪڏهن ڪو ٻا
ٻوڙيندي وهندي رهي. اهو ئي ڪارڻ آهي جو ڪنهن
۾ وڏي ڪم کي ٻوڙو ڪري، ونوبا وري پنهنجي
ساڌنا ۾ مگن ٿي رهيو آهي.

ڏکڻ ڀارت جي ستياگره کان پوءِ ونوبا آشرم جي
ساڌنا-ميه جيون ۾ لڳي ويو. ۽ اِن جيون-شڌيءَ جا
ڪيترا تجربا ڪندو رهيو. ڪڏهن کير، هنسا سمجهي
نه ورتائين، ڪڏهن ڪاڌو، سواد کان سواءِ رڌي کائڻ،
ڪڏهن ۽ جيترو ڪم ڪرڻ ان مان ملندڙ مزوريءَ تي ئي
گذارو ڪرڻ، ڪڏهن آشرم ۾ پيدا ٿيل شين کان سواءِ ٻي
ڪاٻه شيءِ ڪم ۾ نه آڻڻ جهڙا ڪيترا تجربا ونوبا ڪندو
رهيو. اهڙيءَ طرح هو پنهنجي ۽ پنهنجي ساٿي ڪم
ڪندڙن جي جيون کي شڌ ۽ سيوا-ميه بڻائيندو رهيو.

١٩٣٠ ۾ گانڌيءَ جي آگيا سان سڄي ملڪ ۾ سرڪار
جي قانونن کي شانتيءَ ۽ اهنسا سان نه مڃڻ جو تحرڪ
شروع ٿيو.

ونوبا ٻڻ پنهنجو ايڪانت جيون ڇڏي هلچل ۾ ٽپي
پيو. کيس گرفتار ڪري سرڪار جيل اندر "B" ڪلاس
ڏني، سندس ساٿين کي "C" ڪلاس ۾ رکيو.

ونوبا اها ڳالهه ڪٿي ٿو قبول ڪري سگهي ته پاڻ
آرام ۾ رهي ۽ سندس ساٿي تڪليفون ڀوڳين. ونوبا پاڻ
لاءِ به "C" ڪلاس گهري ورتو. جيل ۾ هر ڪنهن
ڪي مقرر ڪم ڪرڻو پوندو هئو. ونوبا ۽ انجي ساٿين

جي- ڪوشش ڪئي. ليڪن باوا ۽ پنڊا اها ڳالهه نه سهي سگهيا. آخر ستياگره شروع ٿيو. ڪر ڪنڊڙن ڳانڌيجيءَ کي- اچي ستياگره جي واڳ ڏور ونڊ لاءِ وينتي ڪئي. پر بابو ايا تازو جيل مان آزاد ٿيو هئو، سندس طبيعت ٺيڪ نه هئي، ان ڪري بابوءَ ونوبا کي حالتون جاچڻ لاءِ موڪليو.

ونوبا اتي پهچي حالتون جاچي، ڪر ڪنڊڙن کي همت ڏياري ۽ ستياگره جو ڪم هٿ ۾ ڪنيو.

پهرين ته ستياگرهين کي پنڊن سخت مارون ڏنيون. پوءِ گرفتاريون شروع ٿيون. اپترا ته ستياگرهي گرفتار ٿيا جو سرڪار کي لنگ ٿي پئي. آخر سرڪار رستي جي مٿان ئي پوليس پهاري چڙهي ۽ گرفتاريون ڪرڻ بند ڪري ڇڏيون. پر ونوبا اٿين هٿ وارو ڪونه هئو. ستياگره هلندو رهيو، ستياگرهي هميشه پوليس جي اڳيان ڏرنو ماري ويٺا رهيا. ڪنهن به همسا جو پاءُ پنڊا نه ٿيو. برسات جي منڌ ۾ ڪڏهن ڪڏهن چيلهه ۽ ڳچيءَ تائين پاڻيءَ ۾ بيٺا ستياگرهي پوليس جي سامهون اڏول بيٺا رهيا. آخر سو رهن مهينن جيسي ستياگره کان پوءِ سرڪار مڙي. ستياگره ڪامياب ٿيو ۽ رستو سڀني لاءِ کوليو ويو. اهڙي طرح سان ونوبا ڳانڌيجيءَ جو سورهن سڄاپتي ثابت ڪيو.

حيل ۾ آشرم.

ا پنهنجي جمون کي هردم وهندڙ ندي ڪري

ونوبا انهن نيمن لاءِ سخت هوندو هئو. ان ڪري آشرم جو جيون رواجي انسانن جي گهارڻ کان ڏکيو هئو. ڏکيو جنڪي جيون کي سيوا-ميه بڻائڻو هئو اهي ئي ڪم ڪندڙ آشرم ۾ رهي سگهيا. انهيءَ طرح ونوبا جي نگرانيءَ ۾ سچن ۽ پڪن ڪم ڪندڙن جي هڪ ٽولي تيار ٿي پئي.

١٩٢٣ ۾ قومي هفتو ملهائيندي ناگپور ۾ پوليس قومي جهنڊي کڻڻ تي بندش وڌي. ان ڪري اتي جهنڊا ستياگره شروع ٿي ويو. ناگپور جي پرسان وردا ۾ رهندڙ ونوبا جو پڻ اوڏانهن ڌيان ڇڪيو ۽ هن ستياگره ۾ ڀاڱي وٺڻ جو فيصلو ڪيو. سندس ان فيصلي جي خبر پوندي ئي جهنڊا ستياگره جو سڄو بار کڻڻ لاءِ ڪيس ڇڏيو ويو ۽ ونوبا اهو قبول ڪيو. اها ڳالهه پوليس جي پڻ ڪن تي پهچي ويئي. نتيجو اهو ٿيو جو ونوبا يڪدم گرفتار ڪيو ويو. اهو ڀروان ٿي پيرو هئو جڏهن ونوبا جو نالو اخبارن ۾ ظاهر ٿيو ۽ ماڻهن ونوبا جو نالو ٻڌو.

آزاد ٿيڻ کان پوءِ ونوبا کي وري جلد ئي باپوءَ جي آگيا سان ڏکڻ ڀارت ۾ هلندڙ ستياگره جو ڪم سنڀالڻ لاءِ وڃڻو پيو. هڪ دفعو وري به ونوبا جنتا جي اڳيان آيو. ڪيرل پرانت جي وائيڪم ڳوٺ ۾ براهمڻن، مندر وارو عام رستو هريجنن لاءِ بند ڪري ڇڏيو هئو. اڻان جي ڪم ڪندڙن کي اها ڳالهه انسانيت جي خلاف لڳي جي ڪم ڪندڙن هريجن کي وٺي ان رستي تان هلڻ

هلائيندڙ رهجن. ونوبا باپوءَ جي آگيا سان وردا ۾ ستياگره آشرم جي شروعات ڪئي.

ونوبا پاڻ سان گڏ اهي پنج ڇهه وديارٿي وٺي ويو، جن کي اسڪولي تعليم بنهه ڪانه ملي هئي مگر ونوبا جي رهنمائي هيٺ انهن علم ۽ عمل ٻئي پرائي ورتا! جنمان شري ڪرشنداس گانڌي چرخا سنگهه جو سيڪريٽري رهي چڪو آهي ۽ اڄ ٽيڪسٽائيل انڊسٽر سمجهيو وڃي ٿو.

شري ولڀ سوامي پڻ انهن ئي وديارٿين مان هڪ هئو جيڪو اڄ به سرو سيوا سنگهه جو سيڪريٽري آهي.

اهڙيءَ طرح ونوبا ثابت ڪري ڏيکاريو آهي ته رڳو ڪاليج جي ڊگري ئي ڄاڻ يا گيان حاصل ڪرڻ جو وسيلو نه آهي.

آشرم جو مقصد هئو اهڙا ڪم ڪندڙ تيار ڪرڻ جيڪي سڄي عمر سيوا ڪاريه ۾ لڳا رهن. مگر جيون کي سيوا-مه بڻائڻ ڪو سولو ڪم نه آهي. ان ڪري گهڻي سوچ ويچار ڪانپوءِ ونوبا آشرم واسين لاءِ هيٺيان ۱۱ ورت يا نيم ٺاهيا.

اهنسا، ستيه، چوري نه ڪرڻ، برهمچريه جو پالن ڪرڻ، ڪجهه به گڏ ڪرڻ جو لوڀ نه ڪرڻ، جسماني پورهيو ڪرڻ، جڀ جي سواد کان پاسو ڪرڻ، بي ڊپو ٿيڻ، سڀني ڌرمن کي سمان سمجهڻ، سوديشي پارنا رکڻ، ڇوت-ڇات کان پري رهڻ.

پوءِ ته پاڻ روز پائخاني جي صفائيءَ جي ڪم ۾ مدد ڪرڻ لڳو. ان ڳالهه تان آشرم واسين کي منيان لڳي. باپو ان ڏينهن ۾ ٻاهر ويل هئو. جڏهن موٽيو تڏهن انهن ناراض آشرم واسين، ونوبا جي اهڙي ڪم جي شڪايت ڪئي. پر باپوءَ ته پاڻ اهو ٻڌي خوش ٿيو. هن شڪايت ڪندڙن کي چيو ته ”جن کي اهڙي پوتر ڪم ڪندي لڄان ٿي اچي، سي ڀلي آشرم ڇڏي وڃن. آئينده اهو ڪم آشرم واسين کي خود ڪرڻو پوندو.“

ان ڪارڻ توڙي آشرم ۾ سخت جسماني پورهئي سبب، ڪيترا آشرم واسي آشرم ڇڏي ويا. هن بابت ويچار ڪرڻ لاءِ هڪ ڀيري سڀ آشرم واسي گڏ ٿيا. آشرم جي ويوستاپڪ شري مگن لعل چنتا ظاهر ڪئي ته ونوبا ڏانهن نهاريو. ونوبا سياوڪ شانت ڀاؤ سان چيو ته ”جيڪي ڪرڻ نيڪ آهي اهو ته ڪرڻ گهرجي، چاهي آشرم ۾ ڪيترا به ماڻهو وڃي بچن. ڪم ڪندڙ سچا هجن، ڀلي ٿورا هجن.“ مگن لعل جو من هلڪو ٿي ويو.

## ستياگره آشرم.

١٩٢١ع ۾ شري جمنالعل بجاج باپوءَ تي زور ڀريو ته ...هين سابرمتيءَ جي بدران وردا ۾ هڪ آشرم کوليو. ليڪن ...پوءَ اها ڳالهه نه مڃي جو چيائون ته گجرات دواران ئي ...رت جي سيوا ڪرڻ مون ۾ سولي ٿيندي. تڏهن ...ي جمنالعل ونوبا لاءِ چيو. باپو راضي ٿي ويو. ڪيس ...با ۾ اهي سڀ گڻ ڏسڻ ۾ آيا جيڪي ڪنهن آشرم

کيس سو نيو ويندو هئو، پنهنجيسچي طاقت سان انهي لڳي وېندو هئو. جي هن لن کي تسيا ڏيڻ شروع ڪيا هئا ته ونس ڪڏوڪڏ من جو منن پڻ هئو. پڙهڻ جي ونوبا کي هير هئي، جيڪا سخت پورهيا ڪندي به هــن نه ڇڏي. ان سان ڪڏ آلم-چمتن به هئو. سنڌيءَ جي هڪ ست ۾ ونوبا جي جيون جي تصوير چڪي سگهجي ٿي ونوبا جو جيون ان وقت الين ٿي هئو ته ”هٿ هاج ۾ دل يار ڏي.“ لن سان ڪرم ۽ من سان ڀڳتي. ونوبا گتا جي ان اُپديش کي جيون جو مقصد ٺاٺي ڇڏيو هئو.

هن آشرم ۾ وڃو سخت جسماني پورهيو لــي ڪيو، الين نه آهي. ان سان گڏ آشرم-حون ۾ پڻ ونوبا ڪيترون ڪرانتڪاري ويچارن دواران آشرم جي روز مره جي ڪاربه ۾ ڦيرو آندو.

انهن ڏينهن ۾ آشرم ۾ ٻيا سڀ ڪم ته آشرم واسي پاڻ ڪندا هئا ليڪن پالخاني جي صفائي ڪرڻ جو ڪم ڀنگيءَ جي حوالي هئو.

ونوبا سان ملڻ لاءِ سندس ننڍا ڀائر (شري پالڪوبا ۽ شواجي) پڻ آشرم ۾ آيل هئا ۽ ڪجهه ڏينهن کان آشرم ۾ ئي رهندا هئا. هڪ ڏهين آشرم جي صفائي ڪندڙ هريجن جي بدران سندس ننڍو ڇوڪرو صفائي ڪري رهيو هئو. ويچارو ٻار گند جون وڏيون ٻالٽيون نه پيو کڻي سگهي. اهو ڏسي ونوبا جي هڪ ننڍي ڀاءُ وڃي سندس مدد ڪئي. ونوبا کي انتي بيحد خوشي ٿي ۽

نہ تہ پنھنجو عرصو پورو ڪري موٽندس.

ونوبا جا
پرڻام.

خط پڙهي، باپوءَ جي واتان نڪتو. "پير آهي، پير. گورک، ميڇندر کان آڳ ڪتي ويو."

باپوءَ ونوبا کي جواب ۾ لکيو. "تو لاءِ ڪهڙي صفت ڪم آڻيان؟ تو جيڪي ڪجهہ ڪيو آهي سو ڪنهنجي ڪوشش سان نہ، پر پنهنجي طاقت سان. تو مونکي پيءُ جو پد ڏنو آهي جو مان قبوليان ٿو. آءٌ چاهيانٿو تہ تون ستيہ وادي پرهلاد وانگر ٿين. منهنجي ڪامنا آهي تہ تون جڳ جڳ جيئين ۽ ڀارت جي اُنتي ڪرين.

باپوءَ جي
آشيرواد

پوري هڪ سال بعد يعنيٰ جنهن ڏينهن، جنهن وقت ونوبا آشرم ڇڏيو هئو، ٻئي سال جي ساڳئي ڏينهن، ساڳئي وقت وري ونوبا آشرم ۾ پهتو.

وقت جو ملهہ، وچن جي سچائي، ۽ نيم جي مهتا تہ ڪو ونوبا کان سکي.

## ڪرانتڪاري آشرم نواسي ونوبا.

سابرمتي آشرم ۾ رهندي ونوبا جو جيون هڪ سادڪ جو جيون ٿي پيو. منجهس "ڪرم، گيان ۽ ڀڳتي،" انهن ٽنهي گڻن جو انوکو ميل هئو.

ونوبا سخت جسماني پورهيو ڪندو هئو. جيڪو ڪم

جو اُن جي اٽي جي روٽي، ۳ ڪيلا يا ليما.

۽ ان موجب منهنجو روليءَ لي روزانو خرچ هيٺين موجب آهي. ڪير پنج پئسا، ڪيلا ڇڪ آنو، روٽي ٻه پئسا، ڪل ٻوٽا لي آنا روز.

ٻر مان سمجهانثو ته هيءَ اچا ٿه اميرائو ڪاڏو آهي. ڪاڏي بابت توهين جيڪا صلاح ڏيو ته ان موجب ڦير گهير ڪريان. منهنجي مرضي آهي ته ڪير ڇڏي ڏيان.

هن عرصي ۾ هيٺيان ڪم ڪيا اٿم:-

گيتا، اُپنشد، گيانيشوري ۽ هندي ٿوڙي انگريزي جا ڪلاس هلايا اٿم. جدا جدا ڳوٺن ۾ گيتا لي پرورچن پڻ ڪيا اٿم. واٽي ڳوٺ (ونو ٻا جي وڏن جو اصلي ڳوٺ)، ۾ لئبرري ڪولڻ لاءِ ڪيترن جوانن کي تيار ڪيم. سيني گڏجي، اناج پيڻي (پئسي ۾ نه سير) لئبرريءَ لاءِ لڳ ڀڳ ۴۰۰ ڪتاب ورتا اٿئون.

هن وقت هيٺيون شيون مون وٽ آهن. ٻين سيني شين جو مون تياڳ ڪري ڇڏيو آهي.

هڪ ڪمل، ڏولي، ٿوٽو، ڪاٺ جي ٿالهي ۽ ڪٽورو. بس.

پنهنجي خيال موجب مون ستيه، اهنسا ۽ آشرم واسيءَ جي ٻين سيني نيمن جو پالن ڪيو آهي، سواءِ هڪ نيم جي ۱۰ اهو آهي هٿن سان روٽي پچائڻ.

ستياگره شروع ٿئي ته مون کي لکجو، مان هليو ايندس.

هڪ سال.

آشرم ۾ ٿورا ڏينهن رهي، ونوبا سنسڪرت جي اڀياس ڪرڻ لاءِ باپوءَ کان هڪ سال جي موڪل وٺي روانو ٿيو.

آشرم کان ٻاهر ونوبا جو جيون ڪيئن گذريو، سو سندس هيٺئين خط مان ظاهر آهي، جيڪو هن باپوءَ ڏانهن لکيو هئو.

پرم پوجنيه باپو، ١٠-٢-١٩١٨

تندرستي سڌارڻ ۽ سنسڪرت اڀياس لاءِ مان توهان کان موڪل وٺي آيو آهيان. ننڍي هوندي کان ئي سنسڪرت پڙهڻ لاءِ منهنجي چاهنا ۽ شرڌا هئي. جيڪو عرصو مان آشرم کان ٻاهر رهيس، ان عرصي اندر مون هيٺيان ڪم ڪيا آهن.

اڀياس:- اپنشد، گيتا، برهم سوتر، شنڪر ڀاشيه ۽ منوسمرتي. پتنجلي، يوگ-درشن جو اڀياس به ڪيو اٿم. ان کانسواءِ نيايه سوتر، ويشيشڪ سوتر، ۽ واڪ سمرتي پڻ پڙهيا اٿم.

تندرستي سڌارڻ لاءِ پهرين روزانو ١٠-١٢ ميل پنڌ ڪندو هوس. پر پوءِ ڇهن کان اٺن سيرن تائين اناج پيهڻ پڻ شروع ڪيم. هن وقت ٣٠٠ دفعا سوريه-نمسڪار (هڪ ڪسرت جو نمونو) ۽ پنڌ ڪرڻ منهنجي ڪسرت آهي. تندرستي ...بڪ اٿم.

کاڌو هن وقت منهنجو هيٺيون آهي- ٣ پاءُ کير، اڌ پاءُ

۾ آيل هئو. باپوءَ جو وياکيان ونوبا ٻڌو. باپوءَ ۾ ونوبا کي شيوا ۽ تپسيا جو انوکو ميلاپ نظر آيو. کيس وشواس ٿي ويو ته سندس جيڪڏهن ڪو سونهون ٿي سگهندو ته اهو باپو.

ونوبا کي شنڪائون ظاهر ڪيون، گانڌيجيءَ انهن جو جواب ڏنو، گڏو گڏ کيس احمدآباد آشرم ۾ وڌيڪ ڳالهيون ڪرڻ جي ڪوٺ پڻ ڪئي. ونوبا احمدآباد آشرم ۾ ويو. آشرم جو سادو، تپسيا ۽ شرڌا سان ڀريل وايومنڊل کيس وڻيو. کيس لڳو ته آشرم شيوا ۽ تپسيا جو مرڪز هئو.

هماليه ڏانهن ويندڙ يوگي، سچي ڪرم-يوگي باپوءَ جي پير ۾ ويهي يوگ سان گڏ ڪرم سکڻ لڳو.

باپوءَ پڻ ونوبا جي آتما کي سڃاتو. اوچو اخلاق، بلند خيال، ويراڳ-ورتي، لڪي ٻڌي، اهي سڀ ڳالهيون باپوءَ ونوبا ۾ ڏٺيون. ۽ محسوس ڪيو ته ونوبا سچو سيوڪ ۽ مهان پرش ٿيندو.

ونوبا ماڻن کي وري ڪري احوال ڪونه ڏنو هئو. باپوءَ کانئس خبرچار پڇي ونوبا جي پيءُ کي لکيو:-

"تنهنجو ونوبا مون وٽ آهي. ننڍڙيءَ عمر ۾ ئي جيڪو ليم، تپسيا ۽ ويراڳ ونوبا حاصل ڪري سگهيو آهي، ان حاصل ڪرڻ ۾ مونکي ڪي ورهيه لڳا."

اهڙي طرح ونوبا آشرم-نواسي ٿيو.

كاشيءَ ۾ رهڻ سان ئي سچ پچ ته ونوبا جي تپسيا
جي زندگي شروع ٿي وئي. هن پنهنجو کاڌو گهٽائي
ڇڏيو، ڪپڙا گهٽائي ڇڏيا، وار وڌائي ڇڏيا. هن ٻي
روپئي مهني تي ٢ ڪلاڪ روز پڙهائڻ جو ڪم شروع
ڪيو. انهن ٻن روپين مان ئي ونوبا گذر ڪندو هئو.
ڏينهن ۾ رڳو هڪ وقت کائڻ، سو به ڏهي ۽ گجرون.
باقي سڄو وقت پڙهڻ، يا قدرتي سونهن ڏسڻ جي لاءِ
گهمندو رهڻ.

هن وقت تائين ونوبا چڱو ڪجهه لکي چڪو هئو.
پنهنجي لکيل ليکن ۽ گيتن جو چڱو انداز ولس هئو. "سنسار
جي ڪنهن به شيءِ ۾ موهه نه هجي، نه من ۾ اها ياونائي
رهي ته هيءَ شيءِ منهنجي آهي يا هن شيءِ تي منهنجو
اڌڪار آهي" ان خيال کان ونوبا پنهنجي رچنائن جو
بنڊل ڪٽي گنگا ۾ اڇلائي ڇڏيو. اهڙيءَ طرح ونوبا
تپسوي-جيون ڏانهن هڪ وڌيڪ وک کنئين.

## گانڌيجيءَ سان گڏجاڻي

گانڌيجيءَ ۾ ماڻهوءَ کي ڇڪڻ جي اهڙي ئي شڪتي
هئي جهڙي چقمق ۾ لوهه کي ڇڪڻ جي. هڪ ڀيرو جو
بابوءَ جي ويجهو آيو، تنهن جو سندس ٻرپر جي ڏوريءَ
کان ڇٽي نڪرڻ ڏکيو ئي نه ٻر ناممڪن لڳندو هئو. بابو
ماڻهو ڦاسائيندو هئو.

جن ڏينهن ۾ ونوبا ڪاشيءَ ۾ تپسوي-جيون ڏانهن
وک وڌائي رهيو هئو تن ڏينهين "بابو" ٻڻ ڪاشيءَ

انٽر جي امتحان جا ڏينهن ويجها ٿيڻ لڳا. پر ونوبا جو پڙهڻ ۾ ڪو به ڌيان ڪونه هئو. آخر بمبئيءَ انٽر جو امتحان ڏيڻ لاءِ ونوبا ٽرودي ڪان روانو ٿيو. پر بمبئيءَ ۾ نه وڃي، پنهنجي من جي ڪيل فيصلي موجب وچ ۾ ٿي سورت اسٽيشن تي لهي پيو ۽ اتان ڪاشيءَ وڃي پهتو. اها ١٩١٦ جي ڳالهه آهي.

ونوبا ماءُ پيءُ کي پڻ پنهنجي فيصلي ڪان واقف ڪيو. "مان امتحان ڏيڻ لاءِ بمبئي نه وڃي، پنهنجي ڪنهن هنڌ وڃي رهبو آهيان. پر جتي به وڃان تو هانکي اهو وشواس هجي ته منهنجي هٿان ڪو به انسانيت دو ڪم نه ٿيندو."

ونوبا جي وڃڻ تي ماءُ پيءُ کي ڏک ته ٿيو پر کين ونوبا تي پورو وشواس هئو. هڪ ڏينهن ڪنهن ڳاڙ پواڙي ونوبا جي ماتا کي جڏهن ان ڳالهه بابت ورجايو لڏهن ونوبا جي ماتا کيس جواب ڏنو ته " منهنجو پٽ ڪنهن لوڀ وچان گهر ڪونه ڇڏي ويو آهي. هو ته ديش شهوا ۽ ايشور ڀڳتي ڪرڻ ويو آهي."

اهو هو ونوبا جي ماتا جو ڳاڙ پوارن کي جواب.

ونوبا پنهنجي ڪن ساٿين سان ڪاشيءَ پهتو. سندس ساٿين سميت مرضي هئي ته اول ڪاشيءَ ۾ رهي سنسڪرت جو ڪافي گيان حاصل ڪجي پوءِ، هماليه ڏانهن تپسيا ڪرڻ لاءِ هلجي.

هاڻي نہ ٻچي سگهندا ان ڪري مڙس تي وڙهو. بس سپاهين جا پير ڄمي ويا.

ان واقعي ونوبا کي پڻ موه جي رسي ڪپڻ لاءِ اتساهت ڪيو. ونوبا فيصلو ڪري ورتو تہ جڏهن نوڪري ۽ واپار ڪرڻو ناهي تہ پوءِ هي پڙهڻ ڇاجو؟ سرٽيفڪيٽ حاصل ڪرڻ جو موه ڇاجو؟ ونوبا وٽ جيڪي بہ امتحانن جا حاصل ڪيل سرٽيفڪيٽ هئا، سي هن ڪٺي ڪري هڪ ڏينهن اگنيءَ جي حوالي ڪري ڇڏيا. ماڻس جڏهن ڪانئس سبب پڇيو، تڏهن چيائين- جڏهن انهن سرٽيفڪيٽن جي مونکي گهرج ئي نہ آهي تڏهن پاڻوٽ ڪان ئي ڇو؟ نوڪري مونکي ڪرڻي ڪونہ آهي. ”مستقبل ۾ متان مونکي انهن جي گهرج پوي“ اها موه جي رسي بہ ڇالاءِ پاڻسان ٻڌي گهمان؟ مون اهو هميشہ لاءِ فيصلو ڪري ڇڏيو آهي تہ مان اهڙو ڪڏهن بہ ڪجهہ نہ ڪندس جنهن ۾ مونکي انهن سرٽيفڪيٽن جي گهرج پوي. ونوبا پنهنجي فيصلي لئي اڏول هئو.

جيستائين انسان جي خيال ۾ چٽائي ۽ پختائي نہ هوندي آهي ليستائين منزل دور ۽ ڌنڌلي ڏسڻ ۾ ايندي آهي. پر جيئن ئي انسان ڪنهن فيصلي لئي اڏول ٿي بيهندو ليئن ئي کيس منزل اوڏي ۽ چٽي ڏسڻ ۾ ايندي آهي. ونوبا جيئن ئي ڪنهن فيصلي لئي پهتو، مقصد کيس صاف نظر آيو ۽ سندس من جي ٻڌر دور ٿي وئي.

ڪلڻ نالو داخي ڇڏيائين. اهڙيءَ طرح هڪ طرف د
شيوا ۽ ونوباڳ-ورلي ڪيس ڪيو ڇڏڻ لاءِ ڇڪي رهي
هيون، ۽ ٻئي طرف دوستن جي صلاح ڪيس پڙهڻ
مجبور ئي ڪيو.

ڪاليج جو هڪڙو سال گذري ويو. ٻيو سال علي
شيو هئو. انٽر جو امتحان ويو ٿي ونڃبو پوندو. پ
نوبا کي ڇهن ڪٿي هئو؟ هن زندگيءَ جي
الهڻ ٿي چاهي ۽ وڏڻ ٿي چاهيو اوڏانهن، ج
ڪان دور ٽڪڻ ڪيس حالي پسند نه هئو. هو
جي ان شاهراه جي تلاش ۾ هئو جنهن تي هلي
مقصد حاصل ڪري سگهي.

ان مانڪ اشانتيءَ جي وقت، مرهٽن جي اتهاس
جي هن واقعي ونوبا جي پنڌ کي دور ڪرڻ ۾ مدد
ڪئي. اهو واقعو هئو تاناجيءَ دواران رسي ڪهڻ. سنگهه
ڳڙه تي تمام لوڙن سپاهين کي ساڻ ڪري، شواجي
جي ساٿيءَ تاناجيءَ حملو ڪيو هئو. رسيءَ رستي تاناجي
جا ٻه پهريدار سجاڳ ٿيا ۽ وجي پيتو. ٻه ڄڻن قلع
تي نتي پيا، لڏهن ڪيترا تاناجيءَ جا ساٿي ڄڻا لڳا،
هو ڪم مٿر هئي ۽ قلع ڪان هيٺ رسي لٽڪي رهي
آهي. ان رستي هو ڀڄي ويندا. رسيءَ جي مرده ويچان
هو ڀڄي رهيا هئا. لڏهن تاناجيءَ اها موه جهي رسي
ڪٽي ڇڏي ۽ انهن کي للڪاريو ۽ ڀڄڻ سان ۽ لوهيم

هاٿي نه ٻچي سگهندا ان ڪري مڙس تي وڙهو. بس
سپاهين جا پير جمي ويا.

ان واقعي ونوبا کي ٻڻ موه جي رسي ڪپڻ لاءِ
اتساهت ڪيو. ونوبا فيصلو ڪري ورتو ته جڏهن نوڪري
۽ واپار ڪرڻو ناهي ته پوءِ هي پڙهڻ ڇاجو؟ سرٽيفڪيٽ
حاصل ڪرڻ جو موه ڇاجو؟ ونوبا وٽ جيڪي به
امتحان جا حاصل ڪيل سرٽيفڪيٽ هئا، سي هن ڪڍي
ڪ ڏينهن اگنيءَ جي حوالي ڪري ڇڏيا. ماڻس جڏهن
انڪ سبب پڇيو، تڏهن چيائين- جڏهن انهن
رٽيفڪيٽن جي مونکي گهرج ئي نه آهي تڏهن پاڻوٽ
رکڻ ئي ڇو؟ نوڪري مونکي ڪرڻي ڪونه آهي.
"مستقبل ۾ متان مونکي انهن جي گهرج پوي" اها
موه جي رسي ٻه ڇالاءِ پاڻسان ٻڌي گهمان؟ مون اهو
هميشه لاءِ فيصلو ڪري ڇڏيو آهي ته مان اهڙو ڪڏهن
به ڪجهه نه ڪندس جنهن ۾ مونکي انهن سرٽيفڪيٽن جي
گهرج پوي. ونوبا پنهنجي فيصلي تي اڏول هئو.

جيستائين انسان جي خيال ۾ چٽائي ۽ پختائي نه هوندي
آهي تيستائين منزل دور ۽ ڌندلي ڏسڻ ۾ ايندي آهي.
پر جيئن ئي انسان ڪنهن فيصلي تي اڏول ٿي بيهندو
تيئن ئي ڪيس منزل اوڏي ۽ چٽي ڏسڻ ۾ ايندي آهي.
ونوبا جيئن ئي ڪنهن فيصلي تي پهتو، مقصد ڪيس
صاف نظر آيو ۽ سندس من جي ٻڏتر دور ٿي وئي.

ڪٽيءَ ٽالو ڏاڍي ڇڏيائين. اهڙيءَ طرح هڪ طرف ديش سيوا ۽ ونراڳ-ورتي کيس گهر ڇڏڻ لاءِ ڇڪي رهيون هيون، ۽ ٻئي طرف دوستن جي صلاحن کيس پڙهڻ لاءِ مجبور ٿي ڪيو.

ڪاليج جو ٽيون سال گذري ويو. ٻيو سال هلي رهيو هو. انٽر جو امتحان ويو ٿي ويجهو پوندو، پر ونوڀا کي چين ڪٿي هو؟ هن زندگيءَ جي مٿر منزل ڇانئڻ ٿي چاهي ۽ وڏڻ ٿي چاهيو اوڏانهن، جو ته منزل کان دور پڪڪڻ کيس هاڻي پسند نه هو. هو زندگيءَ جي ان شاهراه جي تلاش ۾ هو جنهن تي هلي گهربل مقصد حاصل ڪري سگهجي.

ان مانڪ اشانتيءَ جي وقت، مرهٽن جي الياس جي هن واقعي ونوڀا جي ٻڌر کي دور ڪرڻ ۾ مدد ڪئي. اهو واقعو هو ٽاناجيءَ دواران رسي ڪڍڻ. سنگهه ڳڙه تي تمام ٿورن سپاهين کي ساڻ ڪري، شواجيءَ جي ساٿيءَ ٽاناجيءَ حملو ڪيو هو. رسيءَ رستي ٽاناجي پنهنجي ساٿين سميت قلعي ۾ وڃي پهتو. پر جڏهن قلعي جا پهريدار سجاڳ ٿيا ۽ جوش سان ٽاناجيءَ جي سپاهين تي ٽٽي پيا، تڏهن ڪيترا ٽاناجيءَ جا ساٿي ڀڄڻ لڳا، جو کين خبر هئي ته قلعي کان هيٺ رسي لٽڪي رهي آهي. ان رستي هو ڀڄي ويندا. رسيءَ جي موهه وچان هو ڀڄي رهيا هئا. تڏهن ٽاناجيءَ اها موهه جهڙي رسي ڪ[illegible] ڏڏ ۽ سپاهين کي للڪاريو ته ڀڄڻ سان نه توهين

ڪٽي ٿالهو ڏاڍي ڇڏيائين. اهڙيءَ طرح هڪ طرف ديش
سيوا ۽ ونراڳ-ورتي کيس گهر ڇڏڻ لاءِ ڇڪي رهيون
هيون، ته ٻئي طرف دوستن جي صلاح کيس پڙهڻ لا
مجبور ٿي ڪيو.

ڪاليج جو ٽيون سال گذري ويو. ٻيو سال هلي
رهيو هو. انٽر جو امتحان ويو ٿي ويجهو پوندو. پ
ونوٻا کي چين ڪٿي هو؟ هن زندگيءَ جي مٿري منزل
جاڻڻ ٿي چاهي ۽ وقت ٿي چاهيو اوڏانهن، جو ته منزل
کان دور پهچڻ کيس ڪاٿي پسند نه هو. هو زندگيءَ
جي ان شاهراه جي تلاش ۾ هو جنهن تي هلي ڪري ٻ
مقصد حاصل ڪري سگهي.

ان مانڪ اشانتيءَ جي وقت، مرهٽن جي الياس
جي هن واقعي ونوٻا جي ٻاڏر کي دور ڪرڻ ۾ مدد
ڪئي. اهو واقعو هو ٽاناجيءَ دواران رسي ڪهڻ، سنگهه
ڳڙه تي تمام تورن سپاهين کي ساڻ ڪري، شواجيءَ
جي ساٿيءَ ٽاناجيءَ حملو ڪيو هو. رسيءَ رستي ٽاناجي
پهچي سائين سميت قلعي ۾ وڃي پهتو. پر چڙهڻ قلعي
جا پهريدار سجاڳ ٿيا ۽ جوش سان ٽاناجيءَ جي سپاهين
تي ٽٽي پيا، تڏهن ڪيترا ٽاناجيءَ جا ساٿي پٺتي لڳا،
جو ڪين خبر هئي ته قلع کان هيٺ رسي لٽڪي رهي
آهي. ان رستي هو ڀڄي ويندا. رسيءَ جي مرهٽ وڃا
هو پٺتي رهيا هئا. تڏهن ٽاناجيءَ اها مرهٽ جي رسي
ڪٽي ڇڏي ۽ سپاهين کي — ويو ته پٺتي سان نه لوٽڻ

۾ ويٺو فلاسافيءَ ۽ پڻ گنڀير وشين تي ڪتاب پڙهندو هئو. سندس پڙهڻ جي رفتار ۽ شوق کي ڏسي هڪ ڀيرو لئبرريءَ جي سنياليندڙ کيس چيو ته ”قانون مطابق توهان کي هڪ ڪتاب روز ملي ٿو، پر جيڪڏهن توهان کي ٣ ڪتاب روز ڏجن ته به جيڪر توهين پورا ڪري ڇڏيو. هن لئبرريءَ ۾ شايد ئي ڪوئي ڪتاب هجي جو توهان ڏنو ۽ پڙهيو نه هجي.“

پڙهڻ جي هن لامحدود شوق جي ڪري ئي ونوبا کي ننڍيءَ عمر ۾ ئي عينڪ لڳائڻي پئي.

ٻئي طرف گهڻي اپياس ڪري ونوبا ۾ وئراڳ-ورتيءَ وڌيڪ زور پڪڙيو. سنسار ڏانهن سندس چاه گهٽجي ويو. سنسار جي سيني سکن ۽ چاهنائن کان هو بيپرواه ۽ اداس ٿي ويو؛ ايتري قدر جو هڪ ڀيري دوستن کيس سئنيما تي هلڻ لاءِ سخت زور ڀريو. ونوبا جي ڪيتري ناڪار ڪندي به جڏهن دوستن کيس نه ڇڏيو تڏهن هو ساڻن گڏجي ويو، پر ٻاهر سان فراسي ٻڌي ويو ۽ اتي هڪ ڪنڊ ۾ فراسي وڇائي سمهي پيو. دوستن کي چئي ڇڏيائين ته کيل بعد تيڻ تي مونکي اٿارجو. ونوبا انوقت سنسار کان اهڙو اداس بڻجي چڪو هو.

سندس سوچڻ جو طريقو بدلجڻ لڳو. هڪ ڏينهن ڪنهن ڪتاب تي پنهنجو نالو لکيل ڏٺائين ته کيس خيال آيو ته هيءَ پڻ هڪ قسم جو موه آهي ته هيءَ شيءِ منهنجي آهي. منهنجو هن شيءِ تي اڌڪار آهي. ڪتاب

چڏيائين، جيسنائين ڪانئس انهن عادتن چڏڻ جو انـ…
ور ڻائين.

ان ننڍڙيءَ عمر ۾ ئي ڪيس ان ڳالهه جو احساس ٿيـ…
ته اسڪول ۾ جيڪا تعليم ملي ٿي اها انسان جي واڌاري…
لاءِ اڻپوري آهي. هڪ ڀيري تعليم تي ڪنهن تعليمي…
ڄاڻوءَ سان سندس بحث ٿيو.

ونوبا جي دليلن جو جڏهن هو جواب نه ڏيئي سگهيو
…ڏهن هن ونوبا کي چيو ته "مان ١٨ سالن کان تعليم سان
…اسطو رکان ٿو ۽ پاڙهيان ٿو. ان ڪري مونکي ان
…ت وڌيڪ ڄاڻ هوندي يا توکي، جيڪو اڃا پڙهي
…يو آهي؟"

تنهن تي ونوبا کيس چيو ته "١٨ سال، جي ڏاند
گهاڻي ۾ وهندو رهي ته ڏاند گهاڻي ناهڻ ۾ ڀڻ هوشيار
ٿي ويندو ڇا؟" ٻڌڻ وارو چپ ٿي ويو.

اهڙيءَ طرح ويراڳ ۽ ديش ڀڳتيءَ جي مختلف ويچار-
ڌارائن ۾ وهندي، ١٩١٣ ۾ ونوبا هاءِ اسڪول جو امتحان
پاس ڪيو ۽ ڪاليج ۾ داخل ٿيو.

## ڪاليج ۽ ويراڳ.

ڪاليج ۾ ونوبا جي جيون ۾ ڪرانتڪاري ڦيرو
…چي ويو. هڪ طرف ويراڳ، ٻئي طرف ديش ڀڳتي،
…هي ٻئي ويچار ڌارائون ونوبا جي جيون ۾ تيزيءَ سان
…هڻ لڳيون. ١٩١٤ ۾ مها ڀاري لڙائي شروع ٿي وئي.
…ڌاري ڀارت ۾ گرم جاگرتيءَ جي لهر ڇانئجي وئي.

رهيو. تنگدل ماڻهن هوءِ-هوءِ ڪئي پر ان جو شنيوزاو
تي ڪوبه اثر نه ٿيو.
ونوبا جي ماءُ سادي، سماج سيوڪا، غريب پرور
۽ ايشور ڀڳت هئي. ونوبا جو پيءُ نرهري پنت
محنتي ۽ اورچ انسان هئو. اهڙي خاندان ۾ ونوبا جو
جنم ٿيو. ان ڪٽنب جي سنسڪارن ڪري ئي، ونوبا
ننڍي هوندي کان ويچارن جو اڪو، ويراڳي، آتم-
وشواسي ٿي پيو.

## اسڪول ۽ ونوبا.

۱۹۰۳ ۾ جڏهن ونوبا ۹ سالن جو هئو تڏهن کيس
ٻڙودي جي هڪ هاءِ اسڪول ۾ داخل ڪيو ويو.
ڇاڪاڻ ته سندس پتا نرهري پنت کي جيون نرواهه لاءِ
ٻڙودي ۾ نوڪري ڪرڻي ٿي پيئي. اسڪول ۾ داخل
ٿيڻ کان اول ونوبا گهر ۾ ئي سنسڪرت ۽ مرهٽي سکيو.
اسڪول جي حياتيءَ ۾ ئي ونوبا هڪ نرالي شخصيت
جو مالڪ هئو. هو پڙهڻ ۾ هوشيار هوندو هئو خاص
ڪري حسابي ڪمن ۾ سندس مٽ ڪو ٻيو نه هئو.
چوٿين انگريزيءَ ۾ پڙهندو هئو ته مئٽرڪ جا وديارٿي
ڪانئس حسابي ڪمن ۾ مدد وٺڻ چاهيندا هئا. پر ونوبا
جو سڀاءُ گنڀير ۽ تکو هجڻ سبب، وديارٿي ساڻس خير
ڪي ڳالهائي سگهندا هئا. باقي پني تي حساب ۽ نالو
ڪي کيس ڏئي ويندا هئا. ونوبا جا ٻئي کيسا پنن سان
ڀريل رهندا هئا. هڪ کيسي ۾ چرڪن وٽان مليل پنا

رهيو. تنگدل ماڻهن هوءِ-هوءِ ڪئي پر ان جو شنيو
تي ڪو به اثر نه ٿيو.
ونوبا جي ماءُ سادي، سماج سيوڪا، غريب پرو
۽ ايشور ڀڳت هئي. ونوبا جو پيءُ نرهري پنت
محنتي ۽ اوچ انسان هئو. اهڙي خاندان ۾ ونوبا جو
جنم ٿيو. ان ڪٽنب جي سنسڪارن ڪري ئي، ونوبا
ننڍي هوندي کان ويچارن جو پڪو، ويراڳي، آتم-
وشواسي ٿي پيو.

## اسڪول ۽ ونوبا.

۱۹۰۳ ۾ جڏهن ونوبا ۹ سالن جو هئو تڏهن کيس
ٻڙودي جي هڪ هاءِ اسڪول ۾ داخل ڪيو ويو.
چاڪاڻ ته سندس پتا نرهري پنت کي جيون نرواه لاءِ
ٻڙودي ۾ نوڪري ڪرڻي تي پيئي. اسڪول ۾ دا
تنهن کان اول ونوبا گهر ۾ ئي سنسڪرت ۽ مرهٽي سکيو.
اسڪول جي حياتيءَ ۾ ئي ونوبا هڪ نرالي شخصيت
جو مالڪ هئو. هو پڙهڻ ۾ هوشيار هوندو هئو خاص
ڪري حسابي ڪمن ۾ سندس مٽ ڪو بيو نه هئو.
چوٿين انگريزيءَ ۾ پڙهندو هئو ته مئٽرڪ جا وديارٿي
ڪانئس حسابي ڪمن ۾ مدد وٺڻ چاهيندا هئا. پر ونوبا
جو سياڻ گنڀير ۽ تکو هجڻ سبب، ودياٿي ساڻس کير
ڪي ٻاليائي سگهندا هئا. باقي پني تي حساب ۽ نالو
ي کيس ڏئي ويندا هئا. ونوبا جا ٻئي کيسا پنن سان
يل رهندا هئا. هڪ کيسي ۾ چوڪرن وٽان مليل پنا

آهي. اهو ئي سبب آهي جو سندس ڇڏيل ڪمن منجهان، اِ ڪنهن هڪڙو ڪم ڪيو آهي ته ڪنهن بيو. ڪنهن جي حصي ۾ راڄنيتي آئي آهي ته ڪنهن سندس گرام-سدار جو ڪم ڪيو آهي. ڪنهن گرام- اُديوگ ۾ پنهنجي زندگي لڳائي آهي ته ڪو کادي پرچار ۽ نئين تعلم کي لڳو پيو آهي. ڪو راشٽر ڀاشا جو ڪم پيو ڪري ته ڪو هريجن- اُڌار کي ئي زندگيءَ جو مقصد بڻائي هلي رهيو آهي. ان نظر کان ڏسجي ته ونو ٻا، گانڌيءَ جو روحاني وارث آهي. گانڌيءَ جي آتما جي حتي جهلڪ جيڪڏهن ڪنهن ۾ ڀسي سگهجي ٿي ته اهو آهي ونو ٻا. جنهن کي اِ "ڀودان تحريڪ" جي جنم ڏاتا جي نالي سان پڪاريو ۽ سڃاتو ٿو وڃي.

جنم.

سنت ونو ٻا جو جنم ١١ سيپٽمبر ١٨٩٥ ۾ مهاراشٽرا جي گاگودا نالي ڳوٺ ۾ ٿيو. سندس ماءُ جو نالو رکوماٻائي ۽ پيءُ جو نالو نرهري ڀنت هو. سندس ڏاڏو شنيوراو، ٻاوي ڪنمسي جي مشهور ماڻهن مان هيو. هو ايشور ڀڳت، ڪلا پريمي، ۽ بختي ارادي وارو انسان هيو. پنهنجي وقت ۾ هو ڪرانتڪاري ويچار رکندڙ مڃيو ويندو هيو. شنيوراو کي سنگيت جو ڏاڍو شوق هوندو هيو. هڪ ڀيري جي ڳالهه آهي ته هڪ مسلمان گويي کي شنيوراو مندر ۾ ولسي ويو ۽ ٣ ڏينهن ان مندر ۾ ڀڳوان جي مورتيءَ اڳيان ان گويي جو سنگيت ٿيندو

# نپسوي ونوبا!

## شخصيت!

گوڏن تي ڌوتي، پيرن ۾ چمپل، تن تي چادر، اکين تي عينڪ، پتلو جسم، ڏکيون ٻانهون، ويڪري ڇاتي ڏاڙهي وڏي، وار بگڙيل، منهن تي تيج، هيءَ آهي سنت ونوبا، جنهن ڏانهن اڄ نه رڳو ڀارت پر سڄي دنيا جا انسان عجب ۽ شردا سان نهاري رهيا آهن! اڄ جي نفرت ۽ حيوانيت جي اڳ ۾ جلندڙ انسانيت، هن ڏانهن آسائتيون اکيون کڻي واجهائي رهي آهي. سنت ونوبا، اڄ جي ڀٽڪندڙ انسانيت کي منزل ڏيکاريندڙ ۽ سرڳواسي باپوءَ جو روحاني وارث آهي.

باپو ان روشن ڪرڻ وانگر هئو جنهن جي روشنيءَ سان ڪيترائي اونداها جسم روشن ٿي ويا ۽ هميشه لاءِ روشني ڏيندا رهيا.

باپوءَ جي زندگي ايتري وسيع هئي جو سندس پورو ڀي وارث ٿي سگهي، اهڙي طاقت ڪنهن ۾ مشڪل

## مهرباني ڪري هيٺيان لفظ سڌاري پڙهو

| صفحو | سٽ | غلط | برابر |
|---|---|---|---|
| ۱۷ | ۲۱ | ءِ | لاءِ |
| ۲۳ | ۱ | ن | ڀن |
| ۲۴ | ۶ | سيو | سيوا |
| ۲۴ | ۲۲ | پرانٿن | پرانٿن جي |
| ۲۵ | ۱۷ | ليڊر...ن | ليڊرن مان |
| ۳۲ | ۲۲ | شانتيءَ | آشانتيءَ |
| ۴۰ | ۹ | اڪ | اڪثر |
| ۴۰ | ۱۲ | ن | اُن |
| ۴۱ | ۱۰ | نرنا | ونرنا |
| ۴۸ | ۹ | جيو | جيون |
| ۴۸ | ۱۰ | ھن | وھن |
| ۴۹ | ۱۲ | پودن | پؤدان |



انهن ليکڪن جو ٿورائتو آهيان، جن جي ڪتاب تان مدد ورتي اٿم. خاص طرح 'تپو ڌن ونوبا' مان گهڻو ڪي حاصل ڪيو اٿم.

ڪتاب ظاهر ٿيڻو هئو آڪٽومبر ١٩٥٦ع ۾، پر ظاهر ٿيو اچي نومبر ١٩٥٧ع ۾.

پر چوندا آهن ته "دير بيا درست ٿيا."

١٨ اپريل ڀو-ڪرانتيءَ جي ڏينهن ملهائڻ جي موقعي تي ونوبا جي مکيه سيوڪن ۾ جڳهه وارا پنڊت دوارڪو سندراڻي به اچي گانڌي ڌام پهتو. ڪتاب جون ڪي رهيل ڪميون سندس صلاح سان پوريون ٿيون.

پنهنجو پورهيو سڦل سمجهندس، جيڪڏهن هن ڪرم-يوگيءَ جي جيون جي جهلڪ سنڌين کي پسائي سگهيس.

ستيش ڪمار

آديپور

جيون اڄ اسانجي اڳيان آهي ۽ اهو ڪير آهي ڀاءُ ستيش ڪمار روهڙا. ڀاءُ ستيش هڪ هونهار نوجوان آهي. جڏهن کيس ڀرڻ ڀرڻ ڏٺم، تڏهن سندس ڪم ۽ عقل جي شڪتي مونکان ڳجهي نه رهي. انومت هو ويو ليءِ ڪميونسٽ وچارن ڏانهن ڪهليو. نيٺ ڀو-دان آندولن جي مول سدانتن هن جو ڌيان پاڻ ڏانهن ڇڪي ورتو. اڄ هو گانڌي ۽ ونوبا جي سرووديه، لوڙي ڀو-دان هلچل ۾ ٻنهي ڀاونائن جو سنتوش ڏسي رهيو آهي.

مونکي آشا آهي ته سنڌي جيئنا موجوده يگ جي مهان سنت ۽ گياني ونوبا جو جيون پڙهي جيون جي اصلي لت کي پائڻ جي ڪوشش ڪندي، اهو ئي مقصد هن ڪتاب جي ڇپائڻ جو آهي.

هوندراج دکايل

زندگي نڀائي کان پري- لياڳ ۽
عين آهن. ونوبا جي زندگي سندس خيالن جو
سرا جي زندگي ٿي رهي آهي. واقعو ٻارهن سالن کان ٿي
هڪڙو هڪڙو ڏيهن هڪ اهم واقعو ملي آهي
آيو آهي. جنهن سالن گذري رهڻ جو موقعو
اهي ٿي هن ٻاري، ڪجهه جٽي سگهندا.
ونوبا جي راجنيتي، سماجڪ يا ڌارمڪ جيون
اڌ يالمڪتا کان سواءِ ٻيو ڪجهه رهبر ڪيئن
روحانيت ئي سندس زندگيءَ جو مول مقصد آهي.
ونوباجي، پاونا شل ۽ شرڌالو آهي. پهنجي پورو ڪرو
گانڌيجيءَ ۾ هنجي انوت شرڌا رهي آهي. اڄ ۾ سندس
مٽن کان اها چاد هميشه رهندي آهي، جيڪا پاپو ۽
ڪهس ڏني هئي.
ونوباجيءَ، هردي جي سچي پاونا کي مول مڃيو آهي.
سندس جيل ”گيتا پروچن“ ۾ اچيتو ڪ جڏهن ڪو ۾ ڪرم
ونا سان ڪيو وڃي تو لڏهن اهو وڪرم ٿيڻ آهر ۾
ڪرم لي وڃي نو. جيئن ڪا نرس ڪنهن اسپتال ۾
بيمار جي سيوا ڪري لي ۽ اهو رڳو هن جو ڪرم ٿي
جهو. پر جي ماتا پنهنجي بيمار سنتان جي سيوا ڪري
لي ۽ اهو هنجو ڪرم دل جي پريم- پاونا ڪري وڪر
جيو ۽ اهو ڪرم- وڪرم، سوا جي ”سهج سياءُ“ لي
ڪري آهر اڪرم يعني سنياس جي حالت کي پهچي
ليڪن اها هردي جي پاونا، پريم، لياڳ لوڙي شر
سواءِ پيدا نه ٿيندي. اهڙي مهاپرش جو

# ڪتاب ۽ اُن جو لکندڙ

1949ع جي جنوريءَ ۾ سنڌ ڇڏي هند آيس. اچڻ
سان ئي ونوباجيءَ سان ملڻ جو موقعو مليو. الور راجستان
۾ انهن ڏينهن، ونوبا جي ميئو ذات جي مسلمانن کي،
فسادن کان پوءِ اجڙي ويل زمينن تي وسائي رهيو
هو. ساڳئي وقت الور ۽ ڀرتپور ضلعن ۾ سنڌ توڙي
پنجاب کان آيل نرواسين کي بہ زمينن تي وسائڻ جو ڪم
١ هلي رهيو هو. انهيءَ ڪم ۾ بہ ونوباجيءَ جي رهنمائيءَ
اسانجي همت کي پختو ڪري، ڪارڪن کي وڏي طاقت
پهچائي. ائين مونکي ونوباجيءَ کي ويجهڙائيءَ کان ڏسڻ
جو موقعو مليو. ويتر ڀوءِ-دان جي انقلابي هلچل ۾ ساڻس
گڏ رهندي، گذريل پنجن ڪــي ڇهن سالن ۾ کيس
تهائين وڌيڪ ويجهڙائيءَ سان ڏسڻ جو سڀاڳ پراپت
ٿيو آهي.

ونوبا-جيون-چرتر، سنڌي ٻوليءَ ۾ لکجي، اها
اِڇا ورهين کان هيم، خاص ڪري ساڻس گڏ رهندي
اها خواهش پاڻ تيز ٿيندي رهــي. ونوبا جو جيون،
ڪنهن راجنيتي يا ڌرم- اڳوان جو جيون ڪين آهي.
هنجو جيون تہ سيوا-مي جيون آهي. اڄ جتي نشڪام سيوا
آهي اتي ونوبا آهي- سيوا ۽ ونوبا هن وقت ٻہ ڳالهيون

# مواڳ

سمرپڻ

**سرڳواسي سيٺ موٽومل**
**هرچندمل** جي پوتر يادگيريءَ
۾ سندس سپتر **ڊاڪٽر نارائڻ**
**هيمراجاڻيءَ** ”پيسوي ونوبا“
پستڪ جون پنج سؤ ڪاپيون انهن
پاٺڪن لاءِ سوکڙيءَ طور ڏنيون
ڪيون آهن، جن ڪسي لياڳ مارڳ
تي هلڻ جي چاهه آهي.

*Address:*

**2/3 West Patel Nagar**
**New Delhi.**

